لیکچر

# ڪائنات جا بنيادي اصول



رسول بخش پليجو

فڪر رسول بخش پليجو اڪيڊمي حيدرآباد

# كائنات

# جا

# بنيادي اصول

(هي ليڪچر قائدِ انقلاب محترم رسول بخش پليجي
صاحب 12 مئي 1998ع تي D-10 پرنس ٽائون، قاسم
آباد ۾ ڪارڪنن جي تربيتي ورڪشاپ ۾ ڏنو)

پاڻ روز سنڌ جي ڳالهه ڪريون ٿا، پاڪستان جي به ڪريون ٿا، اڄ پاڻ هن سڄي جهان جي ڳالهه ڪنداسين، ان بابت تمام موٽيون ڳالهيون، تمام وڏيون ڳالهيون، تمام بنيادي ڳالهيون آهن، جن جو اسان جي اڄ جي ڪم سان ڪو تعلق ڪونهي، جن مان اسان ڪي سڌيءَ طرح رهنمائي ڪانه ملندي ته عوامي تحريڪ جي ميٽنگ ڪٿي ۽ ڪڏهن ڪريون، ڪهاڻي ڪهڙي لکون، عبدالقادر جوڻيجو ڀڳت پيو ڪري، ان جي باري ۾ ڪهڙو قدم کڻون؛ تنهن جي باري ۾ سڌيءَ طرح ڪابه مدد نه ملندي.

لطيف سائين چوي ٿو:

**سيوا ڪر سمنڊ جي، جت جر وهي ٿو جال،**
**سوين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لال،**
**جي ماسو ملئي مال، ته پوڇارا پُر ٿئين!**

هن علم جي هڪڙي ڳالهه پاڻ سمجهي وياسين ته پاڻ گهٽ ۾ گهٽ ذهني طرح هڪ سئو دفعا وڏا ماڻهو ٿي ويندءاسين. ڳالهه ڪي اڳتي هلائڻ کان اڳ ۾ آئون هڪ ڳالهه واضح ڪريان ته هيءَ ڳالهه عقيدي جي ناهي، پر هيءَ ڳالهه سائنس جي آهي. عقيدو الڳ شيءِ آهي ۽ اهو ماڻهوءَ جو ذاتي ۽ اجتماعي مسئلو به آهي. دين، ڌرم ۽ مذهب جو سائنس سان ڪوبه واسطو ڪونهي. سائنس جي اها دعويٰ ڪانهي ته اها شريعت يا دين يا ڪنهن نظرئي جي اصولن تي پوري بيهندي يا ڪانه بيهندي. هيءَ جدا شيءِ آهي.

**جي ننگ چڙي نانگا ٿيا، تن نانگن ڪهڙو ننگ،**
**گنگا ۽ گرنار جو، تن سامين ڇڏيو سنگ،**
**اٿي لاهوتي! لنگهه، ته گر سان گڏجن ڪاپڙي.**

سائنسدانن جي جيڪا نانگا پارٽي آهي، انهن جي ڳالهه ٻي

آهي، انهن جي دنيا ئي آهي. پاڻ ان سائنس جي ڳالهه پيا ڪريون، پاڻ ڪنهن مذهب، ڪنهن عقيدي جي ڳالهه نه پيا ڪريون.

هن جهان بابت مروج خيال تمام گهٽا آهن، جنهن مطابق "هيءَ دنيا رڳو ٺڳيءَ جو ٺاهه آهي، دنيا فاني آهي، هتان لڏبو، تنهن ڪري جيڪو ڪرڻو اٿئي، ڪري وٺ، مال ميڙڻو اٿئي، ميڙي وٺ. هن دنيا جو آخر موت آهي."

**ڏگ لڳبا ڏوڙ ۾، اُبي ڏٺاسون.**

يا

"دنيا ڏينهن ڏون آهي، هن مان ٿيندو ڪجهه ڪونه. هيءَ دنيا ڪني آهي، هيءَ دنيا ڍونڍ آهي. هن مان ڪا شيءِ حاصل نه ٿيندي."

قادر بخش بيدل جو شعر آهي ته:

"جن جهان جيّ جاهه ۽ جلال کي پنهنجو ٽنيپ ۽ پنهنجو سهارو بڻايون ۽ پاڻ کي دنيا جي حوالي ڪيون، اسان ان دنيا کي لت هنئي." دنيا ۽ جهان جو اڪر تمام بُرين معنائن ۾ استعمال ٿيندو رهيو آهي، منفي اڪرن ۾، خراب اڪرن ۾ "دنيا معنيٰ پئسو، دنيا معنيٰ چالاڪي، دنيا معنيٰ ٺڳي، دنيا معنيٰ فريب، دنيا معنيٰ وقت پاس ڪرڻ، مطلب پرستي، عارضي شين کي اوليت ڏيڻ." پاڻ ان سينس (Sense) ۾ ڳالهه ڪونه ٿا ڪريون. پاڻ هن سينس ۾ ڳالهه ٿا ڪريون ته هي جيڪو سڄو جهان جو چرخو هلي ٿو، ان کي سمجهڻ ممڪن آهي. ان جي باري ۾ ڄاڻ هڪڙي سائنس جو علم ڏئي ٿي، جنهن جو ذڪر سويري جاميءَ ڪيو، علم البحر! علم جو علم.

معنيٰ علم جي باري ۾ وڏو علم آهي ته، علم حاصل ڪري سگهجي ٿو، دنيا کي سمجهي سگهجي ٿو، ممڪن آهي! علم

ڇا آهي؟ علم حاصل ڪيئن ٿو ٿئي؟ هي هڪ وڏو علم جو علم آهي. تعليم ٻي شيءِ آهي ۽ علم ٻي شيءِ آهي. هتي پاڻ ان ڳالهه ڪي ڇڏينديءَ، ڪائنات جي باري ۾ موٽيون موٽيون ڳالهيون سمجهڻ چاهيون ٿا، جنهن جا فائدا موٽا ٿيندا ۽ ننڍا نه ٿيندا.

ٿرپارڪر ۾ هارين سان ڪهڙو حال آهي، سو اسين جدلي ماديت ۽ ڪائنات جا قانون پڙهي معلوم ڪري وٺون، سو ايئن ڪونه ٿيندو. نواز شريف ڪهڙيون حرام پايون پيو ڪري ۽ بينظير ڪهڙيون سازشون پيئي ڪري، پر هن علم مان انهن ڳالهين ڪي معلوم ڪرڻ جو رستو ضرور معلوم ٿيندو. ٿر جو نقشو ڏسڻ سان ماڻهو ٿر ۾ ڪونه وڃي پهچندو، پر نقشو ڏسڻ سان اتي پهچڻ ۾ آساني ٿيندي، گس معلوم ٿيندو. اهي شيون گس ڏسينديون ته ٿر هيڏانهن آهي يا هوڏانهن آهي، ٿر پاڻي ۾ آهي يا جبل تي آهي، ان جي باري ۾ موٽيون، وڏيون ۽ ٿلهيون ڳالهيون معلوم ٿينديون. هن جهان جي باري ۾ اسين وڏيون ڳالهيون معلوم ڪنداسين.

سڀ کان بنيادي ڳالهه هيءَ آهي ته دنيا ۾ عالمي ليول تي سڄي ڪائنات جي وچ ۾ هڪڙو تضاد آهي، ڳانڍاپو آهي، هيڪڙائي آهي ۽ يڪو نظام آهي، ابتڙ، هيڪڙائي ۽ منظم نموني هيڪڙائي. ڪائنات جي هر شيءِ منظم آهي. ڪائنات جي هر شيءِ، هر خيال ۽ هر سوچ ۾ تضاد ۽ ابتڙ آهي. دنيا ۾ ڪابه شيءِ اڪيلي ناهي ٿيندي. نه اڪيلو خيال ٿي سگهي ٿو، نه اڪيلي شيءِ ٿي سگهي ٿي، نه اڪيلو ملڪ ٿي سگهي ٿو، نه اڪيلي ڪيفيت ٿي سگهي ٿي ۽ نه اڪيلو ماڻهو ٿي سگهي ٿو. اڪيلي شيءِ هن ڪائنات ۾ ٿي سگهي ئي نٿي.

هاڻي اچو ته پهرين ابتڙ/ تضاد ڪي ڏسون:

ڏينهن به آهي ۽ رات به آهي. هڪڙي پاسي سخت سيارو

آهي ۽ ٻئي پاسي سخت گرميءَ جي موسم آهي. هڪڙي پاسي ماڻهو ڄمن ٿا ۽ ٻئي پاسي ماڻهو مرن ٿا. هڪڙي پاسي ماڻهو وزرشون پيا ڪن ۽ ٻئي پاسي ماڻهو بيمار پيا ٿين. هڪڙي پاسي ٿوٽل سوڪ آهي ۽ ٻئي پاسي ٿوٽل ٻوڏ آهي. هڪڙي پاسي ماڻهو پاڻيءَ جي ڦڙي لاءِ پيا واجهائين، ٻئي پاسي وڏي ٻوڏ آهي. بنگلاديش ۾ ماڻهو پاڻيءَ کي روڪي نٿا سگهن. هڪڙي پاسي شيون ننڍڙي ۾ ننڍڙيون آهن ۽ ٻئي پاسي شيون وڏي ۾ وڏيون آهن، ايڏيون وڏيون جو ماڻهو انهن جو تصور به نٿو ڪري سگهي. پروٽانس، نيوٽرانس ايڏا ننڍڙا آهن جو تصور به نٿو ڪري سگهجي ته ايڏي ننڍڙائپ به ٿي سگهي ٿي ۽ ٻئي پاسي شيون ايڏيون وڏيون آهن جو ماڻهو تصور به نٿو ڪري سگهي ته شيون ايڏيون وڏيون ٿي سگهن ٿيون. ڪي شيون ويجهيون آهن ۽ ڪي ايتريون پري آهن جو انهن جي وچ ۾ ڪو لاڳاپو نظر نٿو اچي. دنيا ۾ محبت آهي، محبتن جا داستان آهن، ته ٻئي پاسي دنيا ۾ نفرت به آهي. دنيا ۾ پنهنجائپ آهي ته دنيا ۾ اجنبيت به آهي. هڪڙي پاسي آسمانن جون بلنديون آهن ۽ ٻئي پاسي سمنڊ جون اونهايون آهن.

هن ڪائنات جو هڪڙو مثال ان قسم جو ڏنو اٿن ته ٻار جنهن وقت ڄمي ٿو، تنهن وقت اهو موتِ ڏانهن قدم کڻي ٿو. ماڻهو ڄمڻ شرط موت ڏي ڊبل مارچ ڪري ٿو، مثال طور: جيڪڏهن ان جي عمر جو جيڪو ڪلاڪ آهي، هو جيڪڏهن 93 سالن جو آهي ته ڄمڻ کان هڪڙو منٽ پوءِ موت جي ويجهو ويو. ماڻهو ساڳئي وقت جيئي به پيو ۽ مري به پيو. جن کي سائنس جي خبر آهي، ته ماڻهوءَ جي اندر هڪڙا سيل ڄمن پيا ۽ پيا مرن پيا. باڊي (Body) جيڪا اندر جو اندر مري به پيئي ۽ ڄمي به پيئي.

ڪائنات ۾ شيون انتهائي ابتڙ آهن. اهي شيون هڪٻئي کي ڇڪين به پيون، هڪٻئي کي پري به ڪن پيون. ابتڙ، جنهن ۾ ٻڌي ۽ ڌڪار آهي. انهن ڳالهين کي سمجهڻ کان سواءِ هن ڪائنات کي سمجهڻ ناممڪن آهي. هن جهان جي تبديليءَ جو دارومدار ان تضاد (ٻڌي ۽ ڌڪار) تي آهي. ڳانڍاپو Physical به آهي، وقت ۾ به آهي، فڪر ۾ به آهي. پاڻ جنهن سائنس جي ڳالهه پيا ڪريون، اها هن ڪائنات جي سائنس به آهي، انساني سماج جي سائنس به آهي ۽ انساني سوچ جي سائنس به آهي. هن جا قانون هنن ٽنهي شين سان لاڳاپيل آهن:

Science of Nature.
Science of Society.
Science of Human Thoughts.

سائنس انهن ٽنهي شين سان لاڳاپيل آهي، ڇاڪاڻ جو سوچ هن ڪائنات جو عڪس آهي، صحيح يا غلط پر عڪس آهي، تنهن ڪري هن شيءِ ۾ ابتڙ کان سواءِ ڳانڍاپو به آهي ۽ ڳانڍاپو عالمي آهي، ڪائناتي آهي. روءِ زمين تي نه پر پوري ڪائنات ۾ لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو آهي. لاڳاپو به هلڪو نه پر نظم ۽ ضبط وارو. سڀ لاڳاپيل شيون هڪڙي نظام ۾ سمايل آهن. عالمي ڳانڍاپو آهي ۽ عالمي نظام آهي، هڪڙي Organisms وانگر آهي. وڏا نظام آهن، انهن جي اندر ننڍا نظام آهن، انهن جي اندر پيا ننڍا نظام آهن، ايئن هيءَ ڪائنات نظامن جو هڪڙو سلسلو آهي، جيڪو اڻکٽ آهي. ائٽم جي اندر پروٽانس، تنهن جي اندر ويهه هزار نالا، جيڪي سائنسدانن کي اڃن ٿا، اهي سڀ آهن.

مادي جي Definition مڪمل ٿيندي ڪانه، يعني هڪڙو Discreet مادو آهي، اهو چون ٿا ته Matter جو هڪڙو فارم آهي. مادي جون شڪليون ڪهڙيون آهن، انهن جون تعين ڪري سگهجي ئي نٿو.

اينگلس هڪ سئو سال اڳي چيو هو تہ جڏهن بہ سائنس ۾ ڪي نوان خيال ايندا تہ جدلي ماديت ۽ ڪائنات جي سائنسن ڪي نئين سر ترتيب ڏيڻو پوندو ۽ ان ڪي Re-established ڪرڻو پوندو، ڇوتہ هيءَ سائنس آهي، عقيدو ناهي. هر دفعي ان ڪي Modern ۽ Update ڪرڻو پوندو، هر دفعي ان ڪي بهتر بڻائڻو پوندو.

توهان ڏسو ٿا تہ ڪار جو هڪڙو ماڊل 1921ع ۾ آيو، پوءِ پيو وري 32ع ۾ آيو ۽ پوءِ پيا بہ آيا. اڄوڪي ڪار ڏسو ۽ ان زماني جي فلمن ۾ ڪارون بہ ڏسو. ماڻهو وڏي لئہ ۾ وينا هوندا هئا، پوءِ ان جي بهاني ماڻهو آسمان تي چڙهي ويا آهن، پر بنيادي ڳالهہ آهي ڳانڍاپو. توهان ڏسو ٿا تہ ڪن گئسن جي ڪري اوزون ۾ سوراخ ٿي پيو آهي، تنهن ڪري گرمي وڌڻ جو انديشو آهي. سج جي تپش جي ڪري سمنڊ جي مٿي چڙهي اچڻ جو انديشو آهي ۽ ڪيترن ئي ملڪن جي ٻڏڻ جو انديشو آهي. سج ۾ ڪا گڙٻڙ ٿي، وچ ۾ جيڪي تہ آهن، انهن ۾ ڪا گڙٻڙ ٿي يا زمين ۾ ڪا گڙٻڙ ٿي تہ پاڻ خطري ۾ آهيون. هيٺ زمين ۾ جيڪي زلزلا اچن ٿا، انهن جو اسان سان لاڳاپو آهي. هيٺ زلزلو آيو، پاڻ مصيبت ۾ آهيون. مٿي اوزون جو تہ ٽٽو تہ پاڻ مصيبت ۾ آهيون ۽ توهان کي خبر آهي تہ مٿي هي رولو ۽ آواره ننڍڙا ننڍڙا سيارا رُلن پيا. اڳئين ڏينهن چيائون تہ فلاڻو سيارو ڪِري ٿو. تمام گهڻا آوارا قسم جا ننڍڙا ننڍڙا پٿر تارا ڦرن پيا، جن مان ڪي رُلي، پلجي، ڦري هن پاسي ٽڪرايو تہ پنهنجا ٽپڙ ٽيا پورا. جيڪي ماڻهو قيامت جي ڳالهہ ۾ وڏا شوقين آهن، ڇون ٿا تہ قيامت جلد اچي، اهي تمام گهڻا خوش ٿيندا.

11-12 صديون اڳ سائيبيريا ۾ خلا مان هڪڙو ننڍڙو سيارو زمين سان ٽڪرايو، تمام وڏو حادثو ٿيو. هاڻ بہ چنڊ پنهنجو پاڙيسري آهي. مريخ تي بہ ماڻهو وڃن پيا. سيني شين

کي ڏسجي ٿو. اهي شيون ڳنڍيل آهن. ڳانڍاپي جو هڪڙو مثال اهو آهي ته ڪروڙين سال اڳ هندوڪش جبلن تي برف پيئي هئي، اها برف ڄمي ويئي ۽ برف جا جبل ٺهي ويا. هاڻي اُهي آهستي آهستي ڳرن پيا. ڪروڙين سال اڳ جمع ٿيل برف آهستي آهستي رجهي پنهنجي سنڌو نديءَ ۾ پاڻي پري ٿي ۽ ان پاڻيءَ جو فصل اسين اڄ ڪائون پيا. ڪروڙين سال اڳ هندوڪش جبلن تي جيڪڏهن اها برف نه ڄمي ها ته سنڌو نديءَ ۾ پاڻي نه اچي ها. هيءَ سنڌو ندي مينهن جي پاڻيءَ تي ڪانه ٿي هلي. سنڌو نديءَ ۾ پاڻي ان برف جي ڳرڻ تي وهي ٿو. پاڻيءَ جا جيڪي وڏا ذخيرا آهن، تن مان شايد هندوڪش پاڻيءَ جو ٻيو نمبر وڏو ذخيرو آهي. جيڪو ڪروڙين سال اڳي ڪم ٿيو، ان جو فائدو اسين روز وٺون ٿا ۽ روز اهو پاڻي پيئون ٿا. پاڻي ٻاڦ ٿئي ٿو، ڪڪرن ۾ وڃي ٿو، مينهن ٿي وسي ٿو، درياهن ذريعي سمنڊ ۾ اچي ٿو، وري وهي ٿو، وري سمنڊن ۾ وڃي ٿو، وري گرميءَ ۾ ٻاڦ ٿئي ٿو، ائين پاڻي چڪر پيو ڪاٽي. ان کي ”واٽر سائيڪل“ چئبو آهي. اهو ڳانڍاپو آهي.

گلف جي سمنڊن جي ڪُنن ۾ گرم پاڻيءَ جا وهڪرا وهن ٿا، انهن جي ڪري ڪناري وارن علائقن ۾ گرمي ۽ آبهوا تي اثر پوي ٿو. هتي پاڻ وٽ جيڪو مينهن پوي ٿو، تنهن جو دارومدار بنگال جي سمنڊ جون مون سون واريون هوائون راجپوتانه جي رڻ جي مٿان بيهي، ان ۾ جيترو زور Force آهي، ان مطابق اُهي هوائون مينهن ۽ گهم کڻيو هيڏانهن ٿيون اچن يا هوڏانهن ٿيون وڃن. هن جولاءِ ۾ جيڪو مينهن پوندو، تنهن جو هڪڙو ڪارڻ اهو هوندو ته راجپوتانه مٿان بنگال اُپ سمنڊ جون موسمي هوائون ايندين ته انهن ۾ زور ڪيترو هوندو، ان پٽاندر هتي اسان وٽ مينهن پوندو ۽ اسان وٽ آبهوا ٺهندي.

ڪروڙين سال اڳ آفريڪا جي سمنڊ مان هڪڙو ٽڪر ٽٽي پيو. اها ڳالهه سمجهڻ کپي ته هن ڌرتيءَ کي پير آهن. ڌرتيءَ کي جيڪي چپل پيل آهن، تن کي چئبو آهي "ٽيڪٽانڪ پليٽس" (Tectonic Plates). اُهي ترڪن ٽيون. اڳي يورپ ۽ ايشيا جا کنڊ گڏ هئا. انهن ترڪڻين ٽيڪٽانڪ پليٽس هنن کي الڳ ڪيو ته سمنڊ ٺهي پيو. انهن پليٽن آفريڪا کنڊ جي هڪ حصي مٿان، چرپر ڪئي ته اُتان هڪڙو ٽڪرو ٽٽي نڪتو. اهو پنڌ ڪندو ڪندو هتي آيو. اهو ڌرتيءَ جو اهو حصو بڻيو، جنهن کي هندوستان چون ٿا. جنهن جاءِ تي اڄ پاڻ بيٺا آهيون، جنهن جاءِ تي پاڻ ڪلاس پيا هلايون، اهو ايشيا جو حصو ناهي. سائنسي طرح طئي ٿيل آهي ته هي پرديسي ٽڪرو آهي. هي ايشيا ۽ يورپ جو حصيدار ناهي. هي آفريڪا جو حصو آهي. آفريڪا جو اهو حصو، جيڪو سمنڊ مان ڪروڙين سال پنڌ ڪري اچي هتي پهتو آهي. توهان هن جو نقشو ڪيو ۽ وري هندوستان جو نقشو ڪڍي اُن کي ڪاٽيو ۽ وري ايشيا ۽ اوپر آفريڪا جي نقشي کي ڪاٽيو، توهان انهن ٻنهي کي فٽ ڪندؤ ته هي حصو انهن ٻنهي حصن سان ٺلهي ليکي فٽ ٿي ويندو، جو جو اُتان ڇڄي نڪتو آهي.

هي جيڪي پنهنجا جبل آهن، انهن جي چوٽين تي چڙهي وڃو ته اتي اهڙيون شيون آهن، جيڪي دراصل سمنڊ جي تري جون شيون آهن. سبب ڪهڙو آهي؟ سبب اهو آهي ته هي پنهنجو سڄو علائقو سمنڊ جي هيٺ هو، هيٺيان پنڌ ڪندو آيو آهي. هي جيڪي جبل هن پاسي بيٺا آهن، انهن جي چوٽين تي جيتن جا Fossils پيل آهن، جيڪي Fossil سمنڊ جي جاندارن جا آهن. عمرڪوٽ ۽ ٿر جو سڄو علائقو سمنڊ جو علائقو آهي. سرسوتي ندي جتان گذرندي هئي، اهو سمنڊ جو علائقو هو. هاڪڙو ۽ سرسوتي ساڳيءَ شيءِ جا ٻه نالا آهن، تنهن ڪري

ڪنهن زماني ۾ چون ٿا ته آمريڪا ايشيا سان گڏ هيو. تنهن ڪري هيءَ ڌرتي به ﭘﻨﮉ ڪندي رهي آهي. هيءَ ڌرتي به هڪڙي جڳهه تي ڪانهي. هن وقت به هيءَ ڌرتي چرپر ۾ آهي، ان جي ڪري زلزلا اچن ٿا. جيولاجسٽ (Geologist) توهان کي ٻڌائيندا ته هن وقت به سمنڊ ٺهن پيا ۽ توهان کي ايسٽرانامسٽ ٻڌائيندا ته ستارا ٺهن پيا. سڄي ڪائنات مسلسل ۽ دائمي چرپر ۾ آهي ۽ هڪڙي آهي.

ماڻهن کي وٺو، Brother لفظ انگريزيءَ ۾ آهي، فارسيءَ ۾ آهي برادر، روسي ۾ آهي Brosit، سنڌيءَ ۾ ڀاءُ آهي. ماءُ، عربيءَ ۾ اُمل، فارسيءَ ۾ مادر، هوڏانهن انگريزيءَ ۾ Mother. ڪٿي ٿيو انگ، ڪٿي ٿيو ڪوهيار.

انگلينڊ صفا پري ٻرف وارو علائقو، ڪٿي ايراني ملڪ. اتي شڪر ۽ انگريزيءَ ۾ Sugar. هي لفظ هڪٻئي سان ڇو ٿا ملن؟ ڇاڪاڻ ته اهي ساڳئي قبيلي جا ماڻهو آهن، جيڪي دنيا تي ڇانئجي ويا.

هيڪڙائيءَ جي ڳالهه ٿو ڪريان. هي اسان جا هندو پائر ويٺا آهن. اهي، ايراني، جرمن، يوناني ۽ انگريز، سڀ هڪڙي نسل ۽ گهر جا ماڻهو آهن. هي جو تلڪ ٻلڪ هٽي مالدار ٿيو ويٺا آهن، اهي سڀ هٽلر جا مائٽ اٿوَ. انگريز، انگريز نه آهن، اهي سيڪسن (Secson) آهن، اهي جرمن آهن. انگريزن جي وڏي اڪثريت جرمن آهي ۽ ايراني جيڪي آيتون ۽ فارسي پيا پڙهن، اهي ته آرينس آهن، آريا ڏکڻ يورپ جا آهن، وحشي هئا، اتان نڪتا هئا. هي سڄو يورپ غير يورپين قومن جو آباد ٿيل آهي. رومنس (Roomanes) روم جا ڪٿي هئا؟ اهي انڊو- يورپين قومن جي نسلن مان آهن. تاريخ جي اٿل پٿل ۾ نسل گڏيا آهن. راجپوت جيڪي آهن، اهي شونگو آهن، جيڪي چين جا آهن.

راجپوتن ۾ هڪڙا سورج ونسي آهن، ٻيا چندر ونسي آهن. سماٽ چندر ونسي آهن. هي جيڪي سماٽ قوم جا قبيلا آهن، انهن جو چوڻ آهي ته اسين سما آهيون. سما، راجپوت آهن. راجپوت سوهن جيڪو چين جو سرحدي قبيلو آهي. موهن جي دڙي جي ماڻهن بابت اجا بحث پيو هلي ته اهي هتي جا هئا يا پونچ سمنڊ جا ماڻهو هئا. يوناني اصل يونان جا ڪونه آهن. اندو-يورپين قومن جي هڪ وڏي لهر هئي، جيڪا اصل يورپين کي هيٺ مٿي ڪري، انهن سان گڏجي، Super Impose ٿي. انهن نيون قومون ناهيون آهن.

ڪائنات هڪڙي آهي ۽ خيال به هڪڙا آهن. آواگون وارو فلسفلو هندوستان ۾ به آهي ۽ پيٿاگورس جو فسلفو به ساڳيو آهي. هڪڙو ڪتاب آهي "At the cross roads of Infinities" (ابديت جي چوواٽن تي". اهو توهان پڙهو ته توهان کي معلوم ٿيندو ته خيال ڪيئن ٿا سفر ڪن. ڪو خيال هڪڙي علائقي مان پيدا ٿيو، وري ٻئي هٽي ويو. پنج صديون پوءِ ٻئي علائقي مان پيدا ٿيو. هڪڙو خيال گهٽي زماني کان ٻئي هٽي ويو هو، اهو هاڻي وري پيدا ٿيو آهي. اهو خيال آهي ته جنگ گناهه آهي. حضور جن جي ڏينهن ۾ جنگ گناهه ڪانه هئي. پير پيغمبر آيا، ڪنهن به ڪونه چيو ته جنگ گناهه آهي، پر اڄ کان اٽڪل ٻاويهه سئو ورهيه اڳ اشوڪ اعظم چيو ته، "جنگ گناهه آهي." وري هن زماني ۾ يونائيٽيڊ نيشنس چوي ٿي ته، "War is not Justice." اهو خيال زمين ۾ پڌي ويو هو، هينئر اهو وري نڪري آيو آهي. اقبال چيو آهي ته:

جهان ۾ مردِ مومن صورتِ خورشيد هوتي هين،
اُڌر ڊوبي، اِڌر نڪلي، اِڌر ڊوبي، اُڌر نڪلي.

خيالن جا جهان پنهنجا آهن. ان زماني ۾ اشوڪ اعظم چيو

هو ته سيني مذهبن جو احترام ڪرڻ کپي ۽ ٻين جي مذهبن جون چڱايون ڳولي، انهن جو احترام ڪرڻ کپي. آءٌ جيڪي ڳالهيون ڪريان ٿو، اهي سڀ ڪتاب مون وٽ رکيل آهن.

پاڪستان جي صدر ايوب خان قانون پاس ڪيو هو ته ننڍي عمر ۾ ڇوڪريءَ جي شادي نه ڪرڻ کپي. اهو خيال تاريخ ۾ پهريون دفعو وڏي پيماني تي چار سئو سال اڳيئي اڪبرِ اعظم پيش ڪيو هو. هن ٻيو چيو ته، ”شين جا اگهه اهڙا مقرر هئڻ گهرجن جو ماڻهوءَ جي پهچ ۾ هجن.“ 700 سال اڳ هڪڙي انتهائي بدنامِ زمانه بادشاهه علاؤالدين خلجي هڪڙو سسٽم قائم ڪيو ان مطابق واپارين جي هڪ هٽي توڙي اناج سستو ڪيو، رستا ڪولي ڇڏيائين. سرڪاري Trade جو تصور ان کان اڳ نه هو. علاؤالدين گورنمينٽ Monopoly of Trade قائم ڪيو. اڳي تصور ئي ڪونه هو، خبر ئي ڪانه هئي ته سرڪار به واپار ڪندي. محمد تغلق سرڪاري ملازم ڀرتي ڪرڻ لاءِ چين وارو طريقو رائج ڪيو. هن پنهنجي حڪومت ۾ ڪاغذ جا نوٽ ڇاپي ملڪ ۾ رائج ڪيا، پر اهو طريقو هليو ڪونه. ايئن عجيب ۽ غريب خيال سفر ڪن ٿا، جيڪي عالمگير ڳانڍاپي ۾ اچن ٿا.

سڀ شيون پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. ماڻهو سمجهي ٿو ته هي ٻري، هو ٻري، آئون اڪيلو آهيان. سنڌي قوم هڪڙي وسيع ڳانڍاپي ۾ هڪڙو ننڍڙو ذري جيترو حصو آهي. هتي اسين فلسفي جي Generality ۽ Particulaty جي مقصد تي ايندا سين. توهان کي ترقي ڪرڻي آهي ته فلسفي کي سمجهڻ کان سواءِ معاملو اڳتي وڌندو ئي ڪونه. چار ڪئٽيگريون آهن:

اڪيلائي، خصوصيت، عموميت ۽ عالمگيريت.

هتي توهان چيني ماڻهو ڏسندا ته توهان کي سڀ هڪجهڙا نظر ايندا، پر جيڪڏهن چين جي ملڪ ۾ وڃي ڏسندا ته سڀ

چيني ماڻهو الڳ الڳ نظر ايندا. انگريز هتي توهان کي سڀ انگريز نظر ايندا. انگليند ۾ ويندا ته سڀ ماڻهو جدا جدا نظر ايندا. چيني ۽ عرب کي گڏ بيهاربو ته پري کان پڌرو. هتي پاڻ سنڌي وينا آهيون، الڳ الڳ نظر نٿا اچون؟ پر جيڪڏهن انگريز ۽ جرمن اچي هتي ويهن، سڀ کو ڏسي، پنهنجا لڙڪيل ڪنڌ ۽ لوٽا هٿڻ، يتيم نظرون ڏسي چوندا، "هي جوان جا پٽ سنڌي آهن." پلي صورتون پيون هجن پر هلڻ پر "آئون مائٽن جون ٻوليون سڃاڻان پري کان." هلڻ ۾ سمجهي ويندو ته هي جوان جو پٽ آهي. خبر پوندي ته هي گهٽ ۾ گهٽ سنڌي آهي ۽ هي انڊين آهي. انگريز پڌرو ۽ هو به پڌرو، حالانڪ فرق آهي.

مطلب ته شيون هڪٻئي کان مختلف به آهن، پر انهن جي اندر ڪامن (Common) شيون به آهن. شيون ساڳئي وقت هڪ جهڙيون آهن ۽ هڪٻئي کان مختلف به آهن. شين جي اندر هيڪڙائي ۽ هڪجهڙائي به پيل آهي ۽ اڪيلائپ ۽ نرالائي به آهي. سنڌ جون کي نراليون ڳالهيون هونديون، حالانڪ ڇنڊڇاڻ ڪبي ته ڪونه هونديون، پر خير، فرض ٿا ڪريون، پر ڇا دنيا ۾ ٻيون مظلوم قومون آهن ئي ڪونه؟ تاريخ ۾ ٿيون ئي ڪونه آهن؟ تاريخ ۾ ماڻهو پيڙهيا ئي ڪونه ويا؟ تاريخ ۾ انهن تي ظلم ٿيا ئي ڪونه؟ پاڻ دنيا ۾ سڀني کان مظلوم آهيون؟ جيڪي يهودي فرعون جي زماني ۾ رهندا هئا، پاڻ انهن کان به وڌيڪ مظلوم آهيون؟ جن جا پُٽ ڄمندا هئا ته ڪُهي ڇڏبا هئا! پاڻ ويٽنامين کان به مظلوم آهيون؟ جن تي روز بم ڪرندا هئا، انهن کان به وڌيڪ مظلوم ۽ مصيبت ۾ آهيون؟ پاڻ چين کان به وڌيڪ مصيبت ۾ آهيون، جن جا ٻار قرضين کي ڏيئي ڇڏيندا هئا، جيئن هاريءَ قرض نه ڏنو، هاريءَ کي جيئري پوري ڇڏيندا هئا يا پنهنجي ڏيءَ ۽ پٽ يا زال وڪڻندو هو تڏهن قرض لهندو

هو، انهن کان به مظلوم آهيون؟ پاڻ برابر مظلوم آهيون، پر اهڙا نه آهيون جهڙون پاڻ سمجهون ٿا. پاڻ مظلوم آهيون به ۽ ناهيون به. دنيا جي ڪن علائقن جي پيٽ ۾ پاڻ بادشاهي ڪري رهيا آهيون.

هينئر هڪڙي پروفيسر چيو آهي ته آفريڪا جي آبهوا جو هڪڙو خاص پنو آهي، اهو ترقي ڪندو ئي ڪونه، ڇوته ان جي صورتحال ئي بي آهي. شين ۾ نرالائي به آهي ۽ شين ۾ هڪجهڙائي به آهي. ڪنهن به هڪڙي شيءِ کي نظرانداز ڪبو ته شين جو توازن وينديو هليو. شين جي اڪيلائي، شين جي خصوصيت، شين جي عموميت ۽ شين جي عالمگيريت، انهن ڇئن کي پنهنجي ذهن ۾ رکبو تڏهن توازن سان سوچي سگهبو، تڏهن ڏاهپ وارا خيال ايندا، عقلمنديءَ سان ڳالهه هلندي.

هئي پاسي دنيا ۾ هيڪڙائي آهي. هزارين واسطن سان، لکين ڪروڙين واسطن سان شيون هڪڙيون آهن. هي جيڪو پاڻي اسان روزانو پيون ٿا، خبر نه آهي ته اهو ڪٿان آيو آهي. پاڻ کي ڪهڙي خبر ته هيءَ جيڪا ٻاڦ ڪڪر جي صورت ۾ اسان جي مٿان پئي هلي، سا ڪٿان جي آهي، ڪهڙن علائقن جي آهي. سمنڊ جي اندر پاڻيءَ جا نار وهن پيا ۽ سڀ اتي سمنڊ ۾ گڏيل آهن، هوائون گڏجن پيون، زلزلا جيڪي هيٺ پيا هلن، اهي هڪڙي اهڙي صورتحال پيدا ڪن ٿا، جنهن ڪري ڌرتي Forces کي Exchange پيئي ڪري. هن وقت ڌرتيءَ جي اندر ٽيڪٽانڪ پليٽون حرڪت پيون ڪن. شين جو هڪٻئي تي دارومدار آهي، شيون هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، هڪٻئي تي اثر وجهن ٿيون، هڪٻئي کان متاثر ٿين ٿيون ۽ هڪٻئي ۾ سمايل آهن. ابتڙ شيون هڪٻئي ۾ سمايل آهن. سڄي ڪائنات جون شيون، روءِ زمين نه روءِ ڪائنات تي جيڪي شيون آهن، سي

مختلف حوالن سان هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، تہ اهي Mangatic Field جي ذريعي هجي يا ٻين Cosmetic Forces جي ذريعي هجي. هي جيڪي علم جا خزانا آهن، اهي قومن کي ۽ ماڻهن کي ڳنڍين ٿا ۽ ماڻهن کي خبر ئي ڪانہ ٿي پوي.

آئون سنڌي شاعري پڙهندو آهيان ۽ ان ۾ موجود جو اڪر پڙهندو آهيان. مون کي خبر آهي تہ موجود ٿيندو ڇا آهي، فلسفو يونان کان آيو. Being ۽ Non-being سنڌ ۾ اهو فلسفو ڪونہ هو، عرب ۾ بہ خيرن سان ڪونہ هو. عرب جو پهريون شاعر ۽ آخري شاعر الڪندي هو، تنهن کان پوءِ الفاريابي، ابنِ هيشم، ابنِ رشد، اهي سڀئي غير عرب هئا. عربن جي فلسفي سان پوندي ئي ڪانہ هئي. اهو الڪندي هو، الڪندي مجاهد ماڻهو هو، موتشر بلا. الڪندي کي هڪڙو باغ ڏيئي ڇڏيو. شاهي خزاني وارن کي چيائين تہ، ”جيڪي پئسا گهري سو ڏيوس.“ سالن کان پوءِ حساب ڪيائون. هن بہ دينار روز پئي ورتا. بادشاهہ پڇيو تہ، ”ابا! هي ڇا؟“ چيائين تہ، ”مالهي جو پگهار پئي ورتائين.“ بادشاهہ چيو، ”ابا! توکي چيم تہ هي خزانو تنهنجي حوالي آهي، ڇريا! تون هتي وينو آهين! تو هي پئسا نہ ڪنيا آهن؟“ چيائين، ”سائين! فلسفي جي شان ۾ بعيد آهي جو هو غريبيءَ کان سواءِ ٻيءَ حالت ۾ رهي. فلسفي جو شان غريب ٿي رهڻ ۾ آهي.“ يونانين ائين چيو هو، هن ان تي عمل ڪيو.

فلسفي سفر ڪيو آهي. مزو هي ٿيو، جو قسطنطنيہ جي شهر مان فلسفين کي تڙي ڪدي ڇڏيائون. ”بابا! عيسائي شريعت ۾ فلسفو جائز ڪونهي!“ جيڪي فلسفي هئا، تن کي ڪلمو پڙهائي عيسائي ڪيائون. افلاطون انهن کي ڏاڍو وڻندو هو، ڇاڪاڻ تہ هو خيال پرست هو. افلاطون کي ڪلمو پڙهائي انهن عيسائي بڻايو. ٻين کي چيائون تہ هي ڪافر آهن. انهن کي

ڪيڊي چڙيائون. اُهي آيا ايران ۾ جمشيد وٽ. هن انهن کي دارالحڪمت ناهي ڏنو. اتي ڪم ڪيائون، ترجما ٿيا، پوءِ وري بغداد ۾ منصور انهن کي دارالحڪمت ناهي ڏنو. انهن ڪتاب ترجما ڪيا، ايئن فلسفو شروع ٿيو. پوءِ يوناني سائنس آئي. دنيا جي تاريخ ۾ هڪ مغالطو آهي ته سڄاڳي پهريون پيرو يورپ ۾ آئي، سا غلط ڳالهه آهي. يونان کان پوءِ دنيا ۾ علم انهن علائقن ۾ اٿيو، جيڪي اتفاق سان مسلمان هئا. آئون اتفاق جو اکر ٿو وٺان. هو ڪو مسلمان هجڻ جي ڪري ڏاها ڪونه ٿيا ۽ نڪو بيوقوف ٿيا، پر هو ان علائقي مان آيا جتي اهو علم آيو ۽ انهن کي مُلن ڏيڍ سئو سال ڪم ڪرڻ ڏنو، پوءِ مُلن هنن کي سوريءَ تي چاڙهي، موچڙا هڻي ماٺ ڪرائي ڇڏيو، نه ته هيءَ سڄي دنيا، جيڪا توهان ڏسو ٿا، ان تي گهڻو ڪري مسلمان قبضو ڪري وجن ها. ڏيڍ سئو سال انهن کي مليا، تن ۾ هنن ذڪريا الرازي پيدا ڪيو، الڪندي، ابن هيشم، ابن طفيل، ابن رشد وغيره. ابن رشد کي جديد يورپ جو باني سمجهيو ويندو آهي. سڄي يورپ جي اندر جيڪو فڪري، ذهني انقلاب آيو، تنهن جا باني ٽي ماڻهو هئا. پيٽرياٽ، بڪيشو (هي ٻئي عيسائي هئا) ۽ ٽيون ابن رشد.

ابن رشد جو قول آهي ته، "هن ڌرتيءَ تي ڪنهن ٻه ماءُ ارسطو جهڙو پٽ نه ڄڻيو ۽ نه ڪا ٻي ماءُ ڄڻيندي." هنن ٻه چيو ته ابن رشد جهڙو پيدا ٿيو نه ٿيندو. پهرين آزادي، فڪر ۽ انسانيت دوستيءَ جي پهرين لهر هنن ملڪن ۾ آئي. ماورا النهر، فرغنا، ايران، نيو ايسٽ. پونچ سمنڊ جي ڪناري کان اسپين تائين پهتو. پهرين لهر Modernization جي مسلمانن جي ملڪن ۾ آئي. پهريان ماڊرنائيزيشن آف دي ورلڊ (Modernization of the World) گريڪو يونان سولائيزيشن

ڪان پوءِ، ٻئي نمبر تي دنيا ۾ آئي، سا يورپ ۾ نہ آئي، پر مسلمان ملڪن ۾ آئي. ڏيڍ سئو سالن ۾ جاگرافيدانن کي پيدا ڪيائون، ارٿ ميٽنڪ پيدا ڪيائون، الجبرا پيدا ڪيائون، البيروني پيدا ڪيائون، الائي ڇا پيدا ڪيائون، ڏراتي ڏوڏي ڇڏيائون. اُتي ملان پهچي ويا. هڪ هزار سال عيسائي ملان يورپ جي ڪنڌ تي چڙهيو ويٺو هئا. "بابا! هي بائيبل ۾ لکيل آهي!" ڪولمبس تي ڪيس هلايائون تہ تون چوين ٿو تہ سمنڊ ڪان پريان ڌرتي آهي، اهو شريعت ۾ جائز ئي ڪونهي، ڪٿي آهي شريعت ۾؟

ڳئون ڪان Inquezation (پڇاڻو) ڪندا هئا، ٻارن ڪان پڇاڻو ڪندا هئا. جون آف آرڪ بغاوت ڪئي، تنهن تي هنن مقدمو هلايو. چيائون تہ هيءَ ڏائڻ آهي، هيءَ رات جو ڳالهائي ٿي. ان تي انگريزن جيڪو مقدمو هلايو آهي، ان جو ڪتاب مون وٽ رکيو آهي. ماڻهو چون ٿا تہ پليجو چوي ٿو تہ ون يونٽ جي تحريڪ ۾ آءُ هئس، توهان ڪونہ هئا، تہ منهنجو ڏوهہ تہ ڪونهي ۽ اوهين تہ نياڳا هئا ئي ڪونہ، اوهين دشمن جي ڪئمپ ۾ هئا. منهنجو ڏوهہ ڪهڙو؟ آئون تہ عوام جي پاسي هئس. مون تہ پڙهيو آهي، مون کي تہ خبر آهي.

ڳانڍاپي جا خيال يونان ڪان نڪتا. پيٿاگورس، هيراقليطس هڪ خيال پيش ڪيو، جنهن کي اياز پوءِ هڪ شعر ۾ ڇٽيو آهي. هيراقليطس چيو تہ، "دنيا ۾ هر شيءِ گردش ۾ آهي، هر شيءِ تغير پذير آهي، سواءِ تغير جي ڪنهن بہ شيءِ کي قرار ناهي." هيراڪليطس يونان جو هو. شيخ اياز ان جو مثال ڏنو آهي. هي جيڪا نهر وهي پيئي، ان ۾ جيڪو پاڻي آهي، اهو ساڳيو پاڻي ڪونهي، جيڪو ڪلاڪ اڳ نهر ۾ وهيو پئي. نهر ساڳي آهي، ڪنارا ساڳيا آهن، پاڻي بہ ان ۾ اوترو آهي، جيترو

اڳ ۾ هو، پر جيڪو پاڻي هو، اهو ڪيڏانهن ويو؟ اهو ته ويو سمنڊ ڏانهن. اياز جو شعر آهي ته:

**نهر اُها ئي لهر ڪٿي آ،**
**گذري ويو جو پهر ڪٿي آ.**

هاڻ اهو خيال يونان جو هو، پوءِ پنهنجي شهر ۾ هتي آيو آهي. اياز ڪان پڇجي، هي هيراقليطس جو قول آهي. شايد ٻڌائي سگهي يا نه به ٻڌائي سگهي. اسان جي شاعرن ۾ جيڪي ڳالهيون آهن، انهن جي اسان کي خبر ئي ڪونهي. اهي خيال ڪٿان آيا آهن؟ سچل وٽ ڪٿان خيال آيا؟ هي بنيادي طرح سان سڀ يوناني خيال آهن.

**اٿر اهو ارمان، ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس،**
**داناءُ هيس ديس سچي ۾، هت ٿيس نادان.**

يا:

**ايجها ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ ٻڻيجي.**

اهي هندوستان جا خيال آهن، شنڪر آچاريه جي دؤر جا آهن. وحدت الشعور ۽ وحدت الوجود جا جيڪي تصور آهن، اهي پري پري ڪان آيا آهن. مطلب هي آهي ته اسان جيڪي خيال رات ڏينهن ڪپڙن وانگر استعمال ٿا ڪريون، هي اسان جا پنهنجا ٿوروئي آهن، هي ته پري ڪان آيا آهن، مسافر خيال آهن، پنڌ ڪري آيا آهن، زمانن ۽ صدين ڪان گذري اسان وٽ اچي پهتا آهن. اسين جيڪي خيال روز استعمال ٿا ڪريون، ڇڻ معمولي ڳالهه آهي.

ڪائنات ۾ تضاد ۽ ابتڙ آهي. ڪائنات جي شين ۾ هڪٻئي تي دارومدار آهي، شيون هڪٻئي ۾ پيوست آهن، هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، بظاهر پري پري آهن، بظاهر لاتعلق آهن، پر ڪابه شيءِ اڪيلي ناهي ۽ ڪُل جهان هڪ منظم نظام آهي. حيدرآباد

جو شهر هڪ منظم نظام آهي. هڪڙو انسان منظم نظام آهي. دل آٽوميٽڪ ڪم پيئي ڪري. ان نظام ۾ جيڪڏهن هڪڙي خرابي ٿي پوي ته ماڻهو هڪدم ڪِري پوي. ان نظام جي حصن کي وٺون. توهان کي خبر آهي ته اک ڪيڏو نه وڏو نظام آهي، هڪڙي سيڪنڊ ۾ ڪيترا فوٽا ڪڍي ٿي. دل جدا نظام آهي، رت جدا نظام آهي، سيل (Cell) نظام آهي، ان جي اندر جيڪي ٽُڪرَ پيا آهن، اهي نظام آهن. ائٽم آهن، انهن جي اندر پروٽانس آهن، پارٽيڪلس (Particles) آهن ۽ اينٽي پارٽيڪلس (Anti Particles) آهن، ميٽر (Matter) آهي ۽ اينٽي ميٽر (Anti Matter) آهي. سڀ نظام آهن. نظام معنيٰ شيون جيڪي پاڻ ۾ اهڙي نموني ڳنڍيل هجن جو انهن ۾ ڪم جي ورڇ هجي ۽ اهڙي نموني ورڇ ٿيل هجي يا ماپيل هجي يا انهن سيني جو گڏيل مقصد پورو ڪري.

هن ڪائنات ۾ هڪ ننڍڙي ۾ ننڍڙي، ذري ۾ ذري شيءِ آهي، سا به آرگنائيزڊ شيءِ آهي، اها وڏي ڳالهه آهي، ذهن ۾ رکڻ کپي. سڄي ڪائنات آرگنائيزڊ، منظم ۽ هڪ ايڪائي آهي، هڪ يونٽ آهي، سڄي ڪائنات يونائيٽيڊ آهي. سماج به يونائيٽيڊ آهي، ان ۾ تضاد به آهي، مثال طور: پناهگير ۽ پاڻ وڙهيا پيا آهيون، پر هڪٻئي تي دارومدار آهي. هنن کي خبر آهي ته هيئن ڪنداسين ته هو ڏٺو ڪندا. پاڻ کي خبر آهي ته هتي ويندسين ته پاڻ کي ڏنڊو هڻندا. هيءَ ڳالهه ڪبي ته اسان کي ڪانءُ ڦٻندي، هيءَ ڳالهه ڪبي ته ڦٻندي. سڄو هڪڙو نظام آهي، جنهن ۾ قوتن جو توازن (Balance of Forces) آهي. حاڪم ۽ محڪوم جي وچ ۾ نظام آهي، Balance آهي. هاري ۽ زميندار وڙهيا پيا آهن، پر هاري ۽ زميندار جو هڪٻئي سان رڳو ويڙهه وارو رشتو آهي ڇا؟ دارومدار ڪونهي؟ هاري بيمار ٿي پوي ته

زميندار وٽ پئسن لاءِ ويندو. منهنجو اهو مطلب ناهي تہ زميندار ان تي احسان ٿو ڪري، پر رشتو آهي، دارومدار آهي. زميندار پئسا ڏيندو، زميندار پاڻي وٺي ڏيندو، زميندار پوليس واري کي چوندو، زميندار دوا وٺي ڏيندو، تمام ٿورو ڏيندو ۽ تمام گهڻو وٺندو پر نظام آهي، هڪٻئي تي دارومدار رکي ٿو. پوليس ۽ چورن جو بہ نظام آهي. گورنمينٽ جو نظام آهي. مذهبن جا نظام آهن. هر شيءِ جو نظام آهي.

ڪابہ شيءِ، ڪابہ ڳالھ، ڪوبہ لقاءُ، ڪابہ قوت (آئون مذهب جي ڳالھ ڪونہ پيو ڪريان) قطعي، آخري ۽ ناقابلِ تسخير ڪانهي ۽ ٿي سگهي ئي نہ ٿي ۽ هئي بہ ڪانہ. هر شيءِ، هر ڳالھ، هر حقيقت، هر سچ نسبتي آهي، عارضي آهي. عارضي معنيٰ ڏھ ڪروڙ سال هلي پوي تہ ڪائنات جي نسبت ۾ عارضي ٿي ويئي. هماليہ جبل جيڪو چڱ ڪلھ ٺهيو آهي، منهنجي خيال ۾ 60-70 ڪروڙ سال ٿيا آهن، پر ڌرتيءَ جي عمر 460 ڪروڙ سال آهي. 400 ڪروڙ سال هيو ئي ڪونہ، ڪالھ جائو آهي. اجا پاڻ جيولاجيڪل ٽائيمس جي ڳالھ پيا ڪريون. هر شيءِ، ڪابہ شيءِ قطعي، آخري، سدائين رهندڙ، سدائين موجود نہ ٿي سگهي ٿي، نہ ٿي آهي، نہ هوندي. فقط تغير ڪي تبديلي آهي. تضاد وڏيڪ طاقتور آهي، ٻڌيءَ تي تضاد حاوي آهي، سڪون تي بيچيني حاوي آهي، يقين تي بي يقيني حاوي آهي.

لطيف سائينءَ بيت لکيو آهي تہ:

جيئن ڪو هرڻ هماءُ، سرگردان سنسار ۾،
هو پير نہ ڪوڙي پٽين، هي ڌڙ سر ڌري نہ سا،
جيڪس تن ملا، سسئي سور پرائيا.

جيئن هرڻ ڪي بيچيني آهي، هو پٽ تي پير نٿو ڪوڙي، ڇڻ پٽ تي پير لڳيس ڪونہ ٿو، تيئن بيچيني، تغير، Change ۽

ڪنهن شيءِ کي ثبات نه هجڻ.

ڪن ڳالهين ۾ يورپ ايشيا کان تمام پوئتي هو. يورپ جي قديم زماني ۾ يورپ کي صرف ٻه برتريون هيون: هڪڙو گهوڙو ڏکڻ روس ۾ پليو هو ۽ ٻيو ڪُتو اتر يورپ ۾ پليو هو. اهي ٻه وڏا ڪم انهن جا هئا، ٻيون سيئي ڳالهيون هتي ايشيا ۾ ٿيون. اول ڇهه هزار، ست هزار، اٺ هزار قبل مسيح ۾ جيڪو دؤر هو، ان ۾ يورپ وارا ايئن ويٺا هوندا هئا. ڪائنات جي باري ۾، ڪلهوڙن جي وقت تائين ماڻهن جو خيال هو ته هن ڌرتيءَ تي جيڪا به شيءِ اڄ موجود آهي، سدائين اُهائي موجود هئي. جي ماڻهو آهن ته سدائين ماڻهو هئا، ٻولڙا به سدائين هئا. جيڪا شيءِ اڄ جنهن حالت ۾ آهي، جنهن حالت ۾ ازل کان وٺي شيون آهن، ايئن ئي هيون.

پهرين ڳالهه جيڪا يوناني فلسفين ڪئي. انهن فلسفين عجيب غريب ڳالهيون ڪيون. هنن پنهنجي عقل جي زور تي وجدان ۽ تصوف جي ڳالهه ڪئي. وجدان بابت هڪڙو سائنسي رويو آهي، ٻيو غير سائنسي رويو آهي. ان زماني ۾ عجيب غريب ماڻهو هئا، ان تي Research ٿيڻ کپي. انهن ڌرتي ۽ سج وچ ۾ فاصلو ماپي ڇڏيو. ان وقت نه اوزار هئا، نه ڳالهه، نه مهاڙ. ذري گهٽ چند ميلن جو فرق آهي. اهڙا اهڙا ڏکا هنيا اٿن جو ماڻهو حيران ٿيو وڃي. ڪائنات ۾ شيون وڏن ويجهن ٿيون. واڌ ۽ ويجهه جو تصور افلاطون وٽ نه هو. هن لکيو ته، ”تارا آسمان ۾ ٽانڪيا پيا آهن.“ حرڪت جو تصور افلاطون جهڙي ماڻهوءَ وٽ به ڪونه هو. افلاطون ٻين کان قدري پراڻن، دقيانوسي خيالن جو ماڻهو هو. افلاطون انهن سيني ماڻهن کان پوئتي پيل هو ۽ امير طبقي جي خيالن جو حامي هو. سڀ کان وڌيڪ روشن خيال ماڻهو ارسطو هو، جنهن جي ڳالهه بدقسمتيءَ سان مسلمانن

ڪئي ئي گهڻ آهي. ان وقت ترجما گهڻ ٿيا. غلطي هيءَ ٿي آهي تہ افلاطون جا خيال، ارسطوءَ جا خيال ترجمو ٿي آيا آهن. جيڪڏهن يونان جي خيالن سان گڏ روم جا خيال ايڊمنسٽريشن جي باري ۾، رستن ۽ انجنيئرنگ جي باري ۾، لا (Law) جي باري ۾ اچن ها تہ مسلمان سائنسدان الاءِ ڇا ڪري ڇڏين ها. مسلمان هئڻ جي ناتي نہ پر انهيءَ اسٽيٽجڪ ايريا ۾ هجڻ جي ناتي ۽ ٿورو قدري بهتر صورتحال ۾ هجڻ ڪري، قدري بهتر علمي ماحول جي ڪري وڏي چڙهي Break Through ڪن ها. جيڪڏهن رومي خيال بہ هتي پهچن ها تيسين مُلان چڙهي ويا.

انهن ڏينهن ۾ يوناني سائنسدانن قياس آرائي ڪئي هئي تہ ڌرتيءَ تي هي جيڪي شيون آهن، اهي اڳي ڪونہ هيون، هن ڪائنات ۾ شيون وڌيون ويجهيون آهن، شيون جيئن جو تيئن نہ رهيون آهن. وڌڻ ويجهڻ ڪيئن ٿيو آهي، انهن جي قانونن تي اسان پوءِ ڳالهائينداسين پر واڌ ويجهہ ٿي آهي. ڪائنات جي هر شيءِ جي هڪڙي تاريخ آهي. (Everything in universe is historical.) تاريخ واري ڳالهہ هجڻ جي معنيٰ ڇا آهي؟ تاريخ جي معنيٰ آهي تہ ڪا ڳالهہ ڪنهن وقت ڪانہ هئي، پوءِ پيدا ٿي، جائي، پوءِ وڏي ويجهي، جوان ٿي، پوڙهي ٿي ۽ ڪنهن وقت مري ويئي.

واڌ (Development):

واڌ معنيٰ اڳتي وڌڻ، نہ پوئتي وڃڻ.اهو بہ واڌ جي تصور ۾ شامل آهي. واڌ ويجهہ جو جيڪو سائنٽيفڪ ۽ فلاسافيڪل ٽرمس جو مقصد آهي، اهو ميڪنيڪل اندازو وارو لفظ ناهي، نڪو بايولاجيڪل انداز وارو لفظ آهي. هر سائنس جي پنهنجي ٻولي آهي. فلاسافيڪل ٽرمنالاجي ۾ واڌ جي معنيٰ ڪنهن شيءِ ۾ تبديلي آهي، ان ۾ Quantity and Quality Changes اچن

۽ ان کي چئبو واڌ؛ پلي ڪٿي اهي Changes نسبتي هجن، پلي ڪٿي معاملو اڳتي وڌي يا پوئتي هٽي، اها به واڌ آهي، مثال طور: بينظير جي گورنمينٽ کي اچلائي پوئتي ڪري ڇڏيون، اها واڌ آهي، واڌاري جي Defination ۾ اچي ٿي. سوويت يونين جو زوال به واڌ جي Defination ۾ اچي ٿو: جيڪا به Quantitave and Qualitative ٿئي ٿي، اها واڌ ۾ شمار ٿئي ٿي. واڌ کي سمجهڻ کان سواءِ هن ڪائنات کي سمجهي نٿو سگهجي. واڌ جو تصور ۽ معنىٰ آهي Development. فلاسافيڪل ٻولي (Philosophical Language) ۾ ان کي چئبو Development.

انگريزيءَ ۾ ان جو فارمولا آهي:

Development never goes in straight line.
Development never goes in the same line.
It never goes in same direction.
It never goes with same speed.
It never go forward only,
it goes backward also.
It goes forward fast well as slowly.
It goes backward fast as well as slowly.

واڌارو ساڳيءَ سطح تي نه ٿيندو، ساڳي رخ ۾ نه ٿيندو، ساڳي رفتار سان نه ٿيندو، رڳو اڳتي نه ٿيندو، پوئتي به ٿيندو، ڪڏهن آهستي آهستي پوئتي ويندو، ڪڏهن تيزيءَ سان پوئتي ويندو. وڏيون تباهيون اينديون، جيئن سوويت يونين ۾ ٿيون آهن. ڪڏهن تيزيءَ سان اڳتي ويندو ۽ انقلاب ايندا. ”اڳتي ويندو“ ان کي سماجي ٻوليءَ ۾ انقلاب چئبو آهي.

Capalist Sociology ۾ Revolutionary Sociology آهي. هڪڙي عوامي سوشولاجي (Peoples Sociology) آهي، جنهن ۾ ان کي Revolution چونداسين ۽ پوئتي کي

سدائين عمل جو واڌ يعني چونداسين، تباهي يا Catastrify اڳتي نه ويندو آهي. جيڪڏهن واچ جو ڪانٽو رڳو اڳتي نه وڃي ته توهان سمجهو ته تاريخ پوئتي پيئي ٿئي. هر تاريخي واڌارو پوئتي ۽ اڳتي وڌڻ جي پينڊولم جي عمل مان گذريو آهي. پنهنجي پارٽي جا ڪارڪن بيهوش نه ٿي ويا، جنهن جو هڪ سبب واڌاري جي صحيح Definition ۽ مفهوم کان قطعي هو آگاهي هئي، بلڪه مارڪس هڪڙي ہي به ڳالهه ڪئي آهي ته، "جڏهن واڌاري جو ٽائيم اچي ٿو ته تاريخ جيترو وڌي سگهي ٿي، تنهن کان گهڻو اڳتي نڪري ويندي آهي ۽ ان کان اڳيري پوزيشن کي Maintains ڪرڻ ان جي وس ۾ نه هوندو آهي." جيئن 1983ع ۾ پاڻ پنهنجي پهچ کان تمام گهڻو اڳتي نڪري ويا هئاسين ۽ پوءِ پاڻ سمجهيو ته ان کان ٿورو پوئتي هٽياسين ته مري وياسين.

پوئتي پيل عوام سماج جي چرپر جي قاعدن کان اڻ واقف رهيا. ماڻهو ان ڳالهه کي سمجهي نه سگهندا هئا ۽ ان صورتحال جو فائدو نه وٺي سگهندا هئا، ان ڪري مايوسيءَ جو شڪار ٿي ويندا هئا.

ماڻهو جڏهن حالتن جي فائدي ۾ هجڻ جي ڪري جوش ۾ حد کان اڳتي وڌي وڃي ٿو، تڏهن دشمن جون وايون بتال هونديون آهن، دشمن اوچتي حملي کي برداشت ڪري نه سگهندو آهي. سماجي طرح دشمن معنيٰ هڪڙو نه پر پورو سماج ۽ سماجي قوتن جي پوري صفبندي. اها ان جولان کي منهن نه ڏيئي سگهندي آهي ۽ تمام گهڻو پوئتي هٽي ميدان خالي ڪري ويندي آهي ۽ پوءِ ہيو مزو ٿيندو آهي. وري جڏهن هو سنگهه ڪڍي، ساهي کڻي، پنهنجون قوتون گڏ ڪري، جڏهن جوابي حملو ڪندا آهن ته جوابي حملي ۾ به ايترو اڳتي نڪري ويندا

آهن جيترو ان جاءِ کي محڪم ۽ مستحڪم رکڻ، ان جاءِ تي پنهنجي پوزيشن کي برقرار رکڻ، انهن رجعت پرستن لاءِ بہ ممڪن نہ هوندو آهي. توهان منهنجي ڳالهہ سمجهي؟

روس جي انقلاب کي گورباچوف ڪان پوءِ هنن رد ڪيو. رد ڪري هو ايترو گهڻو اڳتي نڪري ويا آهن جو هاڻي اها پوزيشن Maintain ڪرڻ ممڪن ئي ڪانہ رهي آهي. ايترو گهڻو انگريزي ۽ آمريڪي ڪئمپ ۾ هليا ويا جو هنن کي پنهنجي پاليسي بدلائڻي پيئي. عراق جي مسئلي تي چينين سان اسٽيٽجڪ الائنس ڪرڻو پين. يلسن جيڪا اڳتي وڌي آمريڪا جي مڪمل طفيلي رياستي پوزيشن ۾ اڇڻي هئي، سا هنن لاءِ Maintain ڪرڻ ممڪن ئي نہ هو، خود آمريڪا لاءِ ممڪن ڪونہ هو تہ روس ۾ فاشسٽ نظام قائم ڪري ۽ ان کي Maintain ڪرڻ آمريڪا جي وس ۾ نہ هيو. آمريڪا کي پوئتي هٽڻو پيو، اليڪشن ڪرائڻي پيئي. طريقا اختيار ڪيائون، پارليامينٽ کي گهٽ پاور ڏنائون، ڪوڙو آئين ٺاهيائون. جيڪو ملڪ ۾ ٿيو توهان کي خبر آهي، پر افغانستان جي مسئلي تي ۽ خاص ڪري عراق جي مسئلي تي روس ۽ آمريڪا ۾ هم آهنگي نہ آهي.

يلسن آهي، اسٽيبلشمينٽ آهي، پر ملڪ ڪونهي، تنهن ڪري انهن پوزيشنس جو دفاع ڪري نٿا سگهن. چوڻ جو مطلب آهي تہ آمريڪا روس ۾ گهڻو اڳتي نڪري ويو هو، تنهن ڪري آمريڪا کي پوئتي وڃڻو پيو، ان ڪري انقلابي قوتون Stategicaly تمام اڳتي نڪري ويندڀون آهن، حد کان وڌيڪ، پوءِ وري بي ڊر ايندي آهي، اها بہ وري پوئتي ويندي آهي. ان جو ڪلاسيڪل مثال فرانس جو انقلاب آهي. فرانس جي امير طبقي ڪُڪڙ ڪاٽ ۾ وجهي ڇڏيا. توهان " The Tell of Two

Cities” نالي فلم ڏٺي هوندي. مطلق العنان بادشاهن جا جيڪي عيسائي يورپ ۾ وزيراعظم سڏائيندا هئا. اهي پادري ۽ پوپ هوندا هئا، خدا جي پاران ڳالهائڻ وارا به اهي هئا، ڪير انهن کي چوي؟ تنهن ڪري مشهور پادري جيڪي ٿيا آهن اهي آسٽريا جا، فرانس جا، خود انگلينڊ جا، هنن جيڪو طوفان باري چڙيو هو، تنهن جي باري ۾ توهان ان وقت جا ڪتاب پڙهو ۽ ارڙهين صديءَ جو فرينچ لٽريچر (Literature) پڙهو. انهن کي صرف ارڙهين صديءَ جو فرينچ انقلاب ان سڄي دؤر کي خوبصورت انداز ۾ رڪارڊ ٿيل آهي. ان دؤر جا ناول پڙهڻ جهڙي شيءِ آهن. ان زماني جا پيا به ليکڪ آهن.

امير طبقو حد کان وڌيڪ جاجهه ۾ پئجي ويو، خاص ڪري پادري حضرات جاجهه ۾ پئجي ويا. انقلاب فرانس سماجي تبديلين جو هڪ وڏو ڪلاسيڪل مثال آهي، انتها اتي ڪيائون. جوابي ڪارروائيءَ ۾ حد کان وڌي ويا. ايترو وڌي ويا جو امير طبقي جي نوڪرن کي به سوريءَ تي چاڙهي ڇڏيائون، نوڪرياڻين کي به سوريءَ چاڙهي ڇڏيائون، ”اوهان انهن جا نوڪر ڇو ٿيا؟“ فلم آهي ”The Tell of Two Cities“، اها گهرائي ڏسو. سڄو پئرس جو شهر گڏ ڪري چيائون ته اوهين جج آهيو، فيصلو ڪريو ته هي حرامي آهي يا نه؟ چيائون ته ها حرامي آهي. انهن مان هڪڙي تقرير ڪئي، ”بابا! هي حرامي آ!“ پنج هزار ماڻهن جو هجوم، تنهن ۾ غنڊا، بدمعاش، چور، چريا سڀ شامل هئا. عوامي جمهوريت هئي، انقلاب جو بهترين مثال توهان کي روس مان ملندو، چين مان ملندو، جيڪو Basker Revolution چين ۾ هو، ان ۾ هزار دفعا عوام فتحياب ٿيا آهن، پر Walgrization جيڪا ٿي، انهن ويچارن کي ڪا خبر ڪانه هئي يا ڪو نظريو ڪونه هو يا سمجهه ۾ ڪانه آئي، ايئن

پيا هئا، ”دپ درخاشت ڏينوءِ تي.“ ان کي چئبو آهي ” Red Terror“. رت جون نديون وهائي ڇڏيائون. آيو جناب نيپولين! “With a Viff of Power.” آهي ته، نيپولين جي مشهور چوٽي آهي ته، نيپولين جي مشهور چوٽي آهي ته، انقلاب کي اُڏائي ڇڏيو. نيپولين روءِ بارود جي ذري سان مون انقلاب کي اُڏائي ڇڏيو. نيپولين روءِ زمين جي سموري ملٽري سائنس جي وڏن وڏن ڄاڻو ماڻهن مان هو، تنهن کي نيٺ ٻوڙائي ٻوڙائي 1815ع ۾ شڪست ڏنائون.

يورپي انقلاب ايترو اڳتي نڪري ويو جو ان کي بريڪ هڻڻ لاءِ پهرين نيپولين جي بادشاهت آندائون، پوءِ ٻئي بادشاهه کي آندائون، پوءِ ٽئين بادشاهت آندائون، پوءِ نيپولين جي ڀاڻج کي آندائون، انهن لاهين چاڙهين کان پوءِ وڃي اڳوڻي صورتحال Restore ٿي، يعني فرانس جنهن قسم جي سماجي نظام کي Maintain ڪري سگهيو ٿي، اهو قريب قريب 70 سالن کان پوءِ ٿيو. ان دوران مزدورن پنهنجي ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪئي.

مون ڳالهه پئي ڪئي ته سماجي قوتون پنهنجي وت کان وڌيڪ جو اڳتي لنگهي وينديون آهن. هو به خوش ٿي ويندا آهن ۽ مخالفن جون وايون بتال ٿي وينديون آهن، ”بابا هتان ڇڙهنداسين ڪونه!“ تيسين ضياءُ الحق آيو. ماڻهن جون وايون بتال ٿي ويون، ”مري وياسين، مري وياسين!“ ايئن ڪونه ٿي چيائون ته ضياءُ پنهنجي وت کان وڌيڪ پيو وڙهي. ضياءُ ۾ هي Offensive Maintain ڪرڻ جي قوت ئي ڪانه هئي. هيءَ ڳالهه اهو سمجهي سگهي ٿو جنهن کي ملٽري سائنس سمجهه ۾ ايندي. ملٽري سائنس جو سبجيڪٽ، فلاسافي، ورلڊ هسٽري، ورلڊ لٽريچر ضرور پڙهڻ کپي، جيئن پاڻ سڻي نموني سان ڳالهه ٻولهه ڪري سگهون.

تنهن ڪري آمريڪا هي به Maintain ڪري ڪونه سگهندو.

نواز شريف پنهنجي Offense کي Maintain ڪري سگهڻ جي پهچ ڪونہ ٿو رکي. هن وٽ Reserve Forces ڪونہ آهن. جيڪڏهن هينئر ڪٿي ڦاسي ٿو پوي تہ هن وٽ ٻيا فورسز ڪهڙا آهن، جن کي ڊيپلائي ڪري؟ هيءَ خدمت ڪميٽي، فلاٽي ڪميٽي، حرڪتون ويٺو ڪري. انهن حرڪتن کان پوءِ ماڻهو جيلن ۾ وجهندو، پوءِ جيڪو Second Attack ڏيندو، انهيءَ کي ڪٿي پُڄندو؟ Reserve Force آرمي آهي، آرميءَ کي هٿي ويڙهائيندو يا هندوستان سان وڙهندو؟ اسٽريٽجيڪلي ۽ ملٽرلي پاڪستان جو حڪمران طبقو روءِ زمين تي چسي ۾ چسو ملٽري Angle کان آهي. جنهن کي ملٽري سائنس جي ٽورڙي سُڌ ٻُڌ آهي، هن جهڙو جوا ڪرڻ وارو ڪلاس نظر نہ ايندو. 1965ع ۾ وڙهيا، چيائون تہ هندوستان انٽرنيشنل باردر ڪراس ڪندو ئي ڪونہ. چتيس گڙهہ فتح ڪيائون ۽ سمجهيائون تہ سڄو هندوستان فتح ڪري ڇڏيوسين. اڙي بابا توهان کي لوڪل وڪٽري ملي آهي، اوهان کي سڄي Plane تي فتح ڪٿي ملي آهي؟ پر چاڪاڻ تہ ماڻهو تاريخ ۽ ڪائنات جي واڌاري جي قانون کان واقف ناهن، جنگ جي اصولن کان واقف ناهن، مختلف فورسز جي Balance of Power جي وسيع نگاهہ ڪشي کان واقف ناهن، ننڍڙيون ننڍڙيون، ٽڪي جهڙيون ڳالهيون.

سمنڊ جي سيوين، تنين ماڻڪ ميڙيا،
ڇلر جي ڇوئين، تن سانڪوٽا ۽ سٽيون.
(شاهہ)

ڇلر معنیٰ ننڍڙي پاڻيءَ جو ڍبو. جيڪي سمنڊن جي پوڄا ڪندا آهن، "تنين ماڻڪ ميڙيا."

ڪاري ڪيڙائو، مٽي مني موٽيا......

هن مني زمين جي ڪيڙڻ سان ڇا ملندو؟ ڪجهہ ڪونہ

ملندو. ٻاجهر، ساريون، ڪمند، ڦلاٽو، ڇا ٿيندو؟

معنيٰ سمنڊ تي وڃي پوڪون ڪريو، سمنڊ تي گاهه لڳايو.

ڪاري ڪيڙائو، مٿي مٺي موٽيا،
سودو ڪن نہ سون جو، وڏا وهائو،
ساموڊي سائو، لنڪا لُٽي آئيا.

لنڪا لُٽي سڀ ڏاتو، جواهر ۽ هيرا ڪٺي آيا.

سن ڌو 500 سال ق- م اڳ ۾ چيو هو تہ، ”پاڻ کي سڃاڻو ۽ دشمن کي سڃاڻو، تہ پوءِ توهين ناقابلِ شڪست آهيو.“ پاڻ کي سڃاڻڻ جي معنيٰ ٻڌائي ٿو تہ پنهنجين ڪمزورين کي سمجهو ۽ پنهنجي طاقت کي بہ سمجهو. مظلوم قومن ۾ هڪڙي بيماري ٿيندي آهي، رڳو چوندا: ”اسان وٽ هي ڪونهي، اسان وٽ هو ڪونهي.“ جيڪو توهان وٽ آهي، جيڪو توهان سڃاڻي ڪم آڻي سگهو ٿا، ان جي توهان کي خبر ئي ڪانهي. توهان جو ڪچو مال آهي جيڪو سپلائي نہ ٿيو آهي، جيڪو توهان ميدان ۾ نہ آندو آهي، جيڪو ٿوري پالش ڪرڻ سان ڪم اچي سگهي ٿو، اهو توهان ڏٺو ئي ڪونہ.

1941ع ۾ جڏهن ماسڪو گهيري ۾ هو، لينن گراڊ گهيري ۾ هو، ماڻهن هڪٻئي جا گوشت پئي کاڌا، هڪڙي مائي، ٻيءَ مائيءَ کي چوندي هئي تہ، ”منهنجو پٽ مري ويو آهي ۽ تنهنجو بہ پٽ مري ويو آهي، بک وگهي هاڻ پاڻ ٿيون مرون، تنهن ڪري منهنجو پٽ تون کاءُ ۽ تنهنجو پٽ آئون ٿي کاوان.“ ۽ ماسڪو گهيري ۾ هو. اسٽالن گراڊ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾، هر جاءِ جي ڪمري ڪمري ۾ لڙايون پئي هليون، اسٽالن ڪان انٽرويو ورتائون. هنن کي تہ اسٽالن تي ٻاهيون هيون. اسٽالن سڀني جن، ڀوت، دجال، خرجال ماڻهن جي خلاف هو. ٻُڌڪو: ”ڦلاڻي اديب سان ظلم ٿي ويو!“ سامراجين کي اديبن ڇي ڳڻتي! جيڪي

دجال هئا، جن ڪروڙ ماڻهو ماري ڇڏيا، انهن ڪي روس جي اديبن جي ڳٽتي ڪٽي ويئي. اسٽالن جيڪو سيني جو استاد هو، تنهن کي چيائون ته، ”هاڻ حالتون خراب ٿي ويون آهن، هاڻ ڇا ٿيندو؟ هاڻ تون هٿيار ڦٽا ڪرڻ لاءِ تيار آهين؟“ چيائين، ”نه!“ پڇيائونس، ”ڇو؟“ چيائين، ”ضرورت ئي ڪانهي!“ چيائونس، ”توهان جي ٽنهي شهرن تي قبضو ٿي ويو آهي.“ چيائين، ”ڪا ڳالهه ڪانهي.“ چيائونس، ”پوءِ تون ڪٽيندين ڇا؟“ چيائين، ”ها!“ پڇيائونس، ”ڪيئن؟“ چيائين، ”سمپل ڳالهه آهي، هٽلر اوور ڪميٽيڊ آهي.“ پڇيائونس، ”ڪيئن؟“ چيائين، ”ان وٽ جيڪي به وسيلا هئا، پنهنجا ۽ يورپ مان ڌاڙا هڻي جيڪي گڏ ڪيائين، اهي سيئي ميدانِ جنگ ۾ اڇلائي چڪو آهي، ان وٽ رزرو ڪٿي آهن؟ ۽ اسان جون فورسون ميدان ۾ آيون ئي ڪونه آهن، اسان ته اجا ماڻهو ڀرتي ڪيا ئي ڪونه آهن. اسان جا ماڻهو اجا ٽريننگ پيا ڪن. اسان جا اصل فورسز اجا ميدان ۾ آيا ڪٿي آهن! هو ڇريا، پيا آهن پهاڙن ۾، جبلن ۾ ۽ سائيبريا جي رڻ ۾ اسان جا ماڻهو پيا آهن، سي ڇريا ٻاهر نڪتا ئي ڪونه آهن، جن کي خبر ئي ڪانهي ته لڙائي هلي پيئي. اهي ٻنيون ٻارا ڪريو، گهوڙن تي وينا آهن. اهي بلائون انهن غارن مان نڪرن، پوءِ خبر پوندي هٽلر کي ته ”گهٽي ويهين سؤ آ!“ اسان جا فورسز اجا آيا ئي ڪونه آهن.“

مطلب ته ڪڏهن ڪا ڏر پنهنجا فورسز Exhaust ڪريو ويٺي هوندي آهي. ان کي خبر ڪانه هوندي آهي ته هن پنهنجا سڀ پتا هلائي ڇڏيا آهن، هن وٽ پتو آهي ئي ڪونه! پر ڇاڪاڻ جو هو جنگ جي فن کان ۽ ڪائنات جي اصولن کان اڻ واقف آهن، تنهن ڪري انهن کي شڪست جو منهن ڏسڻو پوي ٿو.

هڪڙي ماڻهوءَ چيو آهي ته، ”جيڪڏهن لڙائي شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ توهان سمجهو ٿا ته آئون هارائي ويندس ته لڙائي پلي نه به ٿئي توهان هارائي ويا.“ وڙهو نه وڙهو، توهين هارايو پيا، ڇو ته توهان جي دل هارائي ويئي نه! توهان وڙهندا ڪيئن؟ سن زو وڏو خوفناڪ ماڻهو آهي. دنيا جو سڀ کان وڏو جنگ جو ماهر سن زو آهي. ان جي اڳيان يورپين سڀ ٻار آهن. سن زو چيو ته، ”جيڪو جنرل پنجاهه لڙايون ڪري ۽ پنجاهه ئي کٽي ٿو، اهو جنگي ماهر نه، مزدور آهي.“ جملن تي غور ڪريو! ”جيڪو سپهه سالار پنجاهه لڙايون ڪري ۽ پنجاهه ئي کٽي ٿو، اهو مزدور آهي، ماهر ناهي.“ لطيف سائينءَ چيو آهي:

**محروم ئي مري ويا، ماهر ٿي نه مئا،**
**ڇڙي جيئن ڇهنب هٽي، لڏيائون لئا،**
**حباب ئي هئا، ان واديءَ وچ ۾.**

پوءِ پڇيائونس ته، ”ماهر ڪير؟“ چيائين، ”ماهر اُهو، جو ٽي لڙايون اهڙيون لڙي، اهڙن هنڌن تي لڙي جو باقي 47 فتحون ان جي جهوليءَ ۾ پاڻهي اچي ڪِرن.“

لڙائي معنيٰ استادي، جيڪو سڄو ڏينهن پيو لڙندو، اهو مزدور آهي. لڙڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ تون دشمن جي اهڙين نبضن تي هٿ رک جو هو پاڻهي هٿيار ڦٽا ڪري، هن جا حواس خراب ٿي وڃن، اهڙين جاين تي ان کي ڏک هڻ. تنهن ڪري واڌارو ڪائنات جو اصول آهي ۽ پوئتي هٽڻ ان ۾ شامل آهي. اها ڳالهه هر وقت پنهنجي، ذهن ۾ رکو. پوئتي هٽڻ شرط ناهي، ان جو لازمي حصو آهي. تيز ترين تباهيون ان جا لازمي حصا آهن ۽ ڪن حالتن ۾ تباهيون ۽ شڪستون تاريخ ۾ تمام وڏو پروگريسو رول ادا ڪن ٿيون ۽ ڪن حالتن ۾ انقلابي ڪردار ادا ڪن ٿيون. جيسين گند کي تيلي ڪانه ڏبي، تيسين

ان جاءِ تي ٻي جاءِ ڪٿان نهندي؟

هتي پاڻ وٽ سنڌ ۾ خيرن سان ميرن جو راڄ هو، انگريز اچي اهو گند صاف نہ ڪن ها، هي انڌا منڌا ٻہ- ٽي اکر پاڻ نہ پڙهون ها ۽ ميرن جو راڄ هتي هجي ها، تہ پاڻ کي هو بيهڻ ڏين ها ڇا؟ تباهي تہ ٿي، مياڻيءَ ۾ جنگ ٿي، سنڌي مئا، قتلام ٿيو، ظلم ٿيو پر هندوستان ۾ سراج دولهہ ۽ مير جعفر وينا هجن ها، سرنگا پٽم ۾ ٽيپو سلطان وينو هجي ها، ڏاڏي آدم جي زماني وارو فيوڊل نظام هجي ها، تہ هندوستان جي ڪهڙي حالت هجي ها؟ پوءِ هندوستان ائٽم بم جا تجربا ڪري ها ڇا؟ هندستانين کي انگريز شڪست ڏني، تڏهن اڀريا. نمودري پڻ پنهنجي ڪتاب ۾ زبردست ڳالهہ ڪئي آهي، ان چيو تہ، "Revolutionary War تي، تنهن ۾ شڪست نہ اچي ها تہ هندوستان اڄ ماڊرنائيز نہ هجي ها." بيو چيائين تہ، "هندوستان ۾ انگريزن کي شڪست انهن ماڻهن ڏني، جيڪي 1857ع ۾ هندوستان جا غدار هئا." هندوستان جي 1857ع جي غدارن انگريزن کي پڃائي ڇڏيو.

غدارن ۾ مدراس، بنگال ۽ بمبئي پريزيڊنسيءَ جا انگريزي پڙهيل بابو ٽائيپ ماڻهو هئا. اهي انگريزن سان گڏ هئا. انهن صوبن انگريزن جا تختا ڪڍي ڇڏيا. هي انگريزن جا حامي هئا، انگريزي پڙهيا هئا، ماڊرنائيز هئا، ماڊرن ڊيموڪريسي جا فائديمند هئا، لنڊن ويا، برڪلي مان ٿي آيا، پوءِ انگريزن کي چيائون تہ، بابا هاڻي توهان جو ٽائيم پورو ٿي ويو، هاڻي وڃو! هو جيڪي علماء هئا، ڪارا جبا پايو نماز پڙهيو وينا هئا. هنن غدارن انگريزن سان گڏجي ڪانگريس ٺاهي، ڏاڪي بہ ڏاڪي ڊولپمينٽ جي زور تي انگريزن جا تختا ڪڍي ڇڏيائون. هي جيڪي بئريسٽر هئا، ٻئي معنيٰ ۾ انگريزن سان وڙهيا ڪونہ، پاڙيا ٿي پيا، تن انگريزن کي پڃائي ڇڏيو.

آئون هيئن چوان ٿو ته آمريڪا لاءِ خطرو ڪميونسٽ نه آهن، پر هڪ ٻي قوت آهي. East Asian جيڪي آمريڪا جا چاڙتا آهن ۽ سائوٿ ڪوريا، جپان، ڪوريا، اهي آمريڪا ڪي مجن ڪونه ٿا. اتي آمريڪا خلاف زبردست بغاوت آهي. ٿائيليند جي ماڻهن چيو آهي ته اسان ڪي هاڻ خبر پيئي آهي ته آمريڪا اسان جي خلاف آهي. اوير جا جيڪي ٽائيگر هئا، انهن ۾ ماتم آهي. اتي بغاوتون ٿين پيون. نيشنل بورجوا پيدا ٿيا آهن. ملائيشيا جو مهاتير محمد چوي ٿو ته سڄي حرامپائي آمريڪا جي آهي، هاڻي ايشيا ۾ الڳ بئنڪنگ سسٽم هئڻ کپي. هن وقت چين هيرو ٿيو وينو آهي. سڀ چون ٿا ته چين ۾ جيڪڏهن سوشلسٽ معيشت نه هجي ها ته ايشيا ته ويهي رهي ها، پر آمريڪا به ويهي رهي ها. هن وقت سوشلسٽ نظام چين ڪي ۽ عالمي معيشت ڪي بچايو آهي.

ڊولپمينٽ ۽ واڌارو سڌي لائين ۾ نه هوندو آهي. ممڪن آهي ته توهان ڦيرا ڏيئي ڪنهن زوال مان نڪري پوءِ اڳتي اچو. ممڪن آهي ته توهان جو رخ اهڙي طرف هجي جو سمجهو ته هاڻي وياسين پٺتيءَ تان لهي. ايئن نه آهي. فرينچ انقلاب توهان ڏٺو، پوءِ نيٽ اچي پٺتيءَ تي چڙهيو. ايئن واڌارو گهٽڻ واسطن، گهٽڻ رنگن روپن وارو ٿئي ٿو. تاريخ جا اهڙا دؤر ايندا آهن جو تاريخ پوئتي هلي ويندي آهي، پر تاريخ جي وڏن عرصن کي ذهن ۾ رکبو ته تاريخ مجموعي طرح اڳتي وڌي ٿي، مثال طور: توهان ڏٺو ته عيسائي مذهب جي اچڻ ڪري پورو يورپ هڪ هزار سال اونداهون ٿي ويو. ڪٿي هو يونان جو فلسفو؟ ڪٿي عقل، ڪٿي انسان جي آزادي، ڪٿي عزتِ نفس؟ جيتوڻيڪ غلامي هئي، غلامن سان محدود ڊسيپلين تحت ظلم ٿيندو هو، پر عيسائي مُلن ڪڪڙ ڪاٺ ۾ وجهي ڇڏيا، تباهيون ڪري ڇڏيائون.

ڪنهن لکيو آهي ته ”Arab take the light of learning burning in the darkest centuries of Europe.“ ”يورپ جي تاريڪ ترين صدين ۾ عربن علم ۽ سمجهه جي روشني ڦهلائي.“ عرب نه هجن ها ته يورپ چڙهي ئي ڪونه ها. دراصل اهي عرب ڪونه هئا، اهي ايراني ۽ ماوراءِ النهر جا ماڻهو هئا. انهن کي هن عربن جو لقب ڏنو آهي، تنهن ڪري تاريخ اڳتي وڌي ٿي.

دوست چوندا آهن: ”ادا اسان جي پارٽي ٽٽي ويئي، تباهي ٿي ويئي!“ ٿي سگهي ٿو ته ان مان بهتري اچي. خراب شيون ٻاهر نڪري وڃن ٿيون. جيڪي چڱيون شيون هجن، اهي وري اچن. عربيءَ ۾ چوندا آهن: ”خذ مَا صفا دائم قدر.“ تاريخ ۾ ڪيتريون شيون Dead Material ٿي وينديون آهن، ان جاءِ تي نيون قوتون اينديون آهن، مثال طور: آمريڪا هينئر يوني پولر ورلڊ آهي، پر هن وقت آمريڪا کي اهي پاور آهن، جيڪي سرد جنگ کان اڳ ۾ سندس هئا. آمريڪا اڪيلي سر ڪنهن ملڪ تي حملو نٿو ڪري سگهي، چالاڪي ڪري سگهي ٿو، بدمعاشي ڪري سگهي ٿو، پر ان جي Content بدلجي ويئي آهي، Corelation of world forces بدلجي ويون آهن. هينئر Inter dependency ايتري وڌي ويئي آهي جو آمريڪا لاءِ پنهنجي مارڪيٽ برقرار رکڻ ۽ هي آپريشن ڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي، تنهن ڪري بظاهر روس شڪست کائي ويو، بظاهر آمريڪا مارڪيٽ ۾ اچي ويو.

مون اڳي ڳالهه ڪئي ته هندوستان اڳي ڪڏهن به گڏ نه هو، ڪڏهن به متحد نه رهيو آهي. اشوڪِ اعظم جي زماني ۾، اڪبرِ اعظم جي زماني ۾ ننڍڙا علائقا گڏ هئا. هند ۽ سنڌ سدائين ٻه هئا. انگريز آيا، تن سيني کي موچڙا هڻي هندوستان کي گڏ ڪيو. پوءِ سيني ماڻهن گڏجي انگريزن کي موچڙا هڻي ملڪ مان

ڪڍي ڇڏيو. آمريڪا جيترا ملڪ فتح ڪندو، ان جي مقابلي ۾ سڄي دنيا گڏجي آمريڪا کي موچڙا هڻي سڌو ڪندي.

اڳي ماڻهو گڏ ئي ڪونه ٿيا هئا، پر سيني کي ساڳيو ماڻهو پادر هڻڻ شروع ڪندو. جيئن انگريزن سڄي هندوستان کي متحد ڪيو هو، تيئن روءِ زمين جي ڪارن ۽ گورن کي آمريڪا گڏ ڪندو. اها ڳالهه مون 10 سال اڳ ڪئي هئي. هاڻي آمريڪا جو تاريخي فرض آهي ته سيني قومن کي بغاوت لاءِ گڏ ڪري، انهن کي سوشلزم خلاف سبق ڏي. هينئر نائيجيريا کان وٺي سائوٿ آفريڪا تائين نيلسن منڊيلا ڏنڊو ڪنيو وينو آهي. هيڏانهن ملائيشيا ۾ مهاتير محمد ٻي ٻولي پيو ڪري. هاڻي سڀ ڪنڌ يڪ آواز آمريڪا جي خلاف آهن.

واڌارو ايئن به ٿيندو آهي. ”هيئن به سڄڻ واهه واهه! هونئن به سڄڻ واهه واهه!“ واڌاري جي باري ۾ ٻه- ٽي ڳالهيون ٻيون به سمجهڻ کپن. واڌاري جا ٻه مکيه روپ آهن. هڪڙو فارمولا آهي: ”مقداري تبديلين جو خاصيتي تبديلين جو روپ وٺڻ ۽ خاصيتي تبديلين جي نتيجي طور مقداري تبديليون ٿيڻ.“ هڪڙا ماڻهو چون ٿا ته، دنيا ۾ تبديلي رڳو انقلابي تبديليءَ سان نه ايندي آهي. ارتقائي تبديلي نه ايندي، ماڻهو پڙهيل ئي نه هوندا، سائنس ترقي نه ڪئي هوندي، ماڻهن روزمره جا ڪم نه ڪيا هوندا..... پهريائين مُلا مڪتب ڪليا، پرائمري اسڪول کليا، پوءِ جناح جهڙا ماڻهو پيدا ٿيا، مائوزيتنگ پيدا ٿيو. چين ۾ جيڪڏهن علم نه هجي ها، سن يات سن نه هجي ها، چيانگ ڪائي شيڪ به انقلابي هو. پهريائين هن واڌاري جون ڳالهيون ڪيون، پوءِ حرامپائي ڪيائين، اها ٻي ڳالهه آهي.

تنهن ڪري واڌارو اتحاد آهي ارتقائي ۽ انقلابي تبديلين جو. اتحاد آهي سست رفتار، آهستي آهستي ايندڙ تبديلين ۽

پڇاڙيءَ جو تيز رفتار، برق رفتار تبديلين جو. خاصيتي تبديلين لاءِ لازم آهي تہ ارتقائي تبديلين کان پوءِ هڪڙو ڏاڪو اچي. انهن ۾ خاصيتي تبديلي جڏهن ايندي، اها تيز رفتار هوندي ۽ اها آخري ڏاڪي تي تيز رفتار هوندي. روس جي آڪٽوبر انقلاب 1917ع لاءِ 1860ع کان تبديلين جي شروعات ٿي، پر برق رفتاريءَ سان 10 آڪٽوبر تي تبديلي آئي. برق رفتاريءَ سان تبديليءَ لاءِ فيصلا ٿيا. هندوستان ۾ بہ ايئن ٿيو. هتي اسان وٽ جيڪي حادثا ٿيا آهن، اهي آهستي آهستي ٿيا آهن. ذهن ۾ رکڻ کپي تہ اهڙيون بہ تبديليون آهن جيڪي اڻ لکي نموني اينديون آهن، اڻ ڏٺل، سمجهہ ۾ نہ ايندڙ، خاموش هونديون آهن. ماڻهن کي خبر ئي نہ پوندي تہ شيون تبديل ٿيون ٿين، ماڻهن جي موڊ ۾ تبديلي پيئي اچي، ماڻهن جي سوچ ۾ تبديلي پيئي ٿئي، ماڻهن جو غصو آهستي آهستي اڀري پيو، آهستي آهستي رستا ڏسن پيا، ماڻهن جي دماغن جا پردا ٽٽن پيا، ماڻهن مان مايوسيون ختم پيون ٿين، ان ڳالهہ جي خبر تنظيم جي انهيءَ ليڊرشپ کي پوندي، جيڪا ماڻهن جي مزاج کان پوريءَ طرح واقف هوندي، جيڪا عوام سان ڳنڍيل هوندي، عوام سان وابستہ هوندي، اها انهن سان اهڙيءَ طرح مليل هوندي، جيئن کا شيءِ ٻيءَ شيءِ ۾ سمائجي وڃي.

ڪڏهن ڪڏهن انقلابي تبديليون شڪتن ۾ اينديون آهن. روس ۾ 1905ع وارو انقلاب، 7 فيبروري 1917ع وارو انقلاب، آڪٽوبر انقلاب، انقلاب دوران بغاوت، سول وار، 14 ملڪن جو روسي انقلاب کي ختم ڪرڻ لاءِ حملو، 1924ع ۾ ڪنساليڊيشن، 1925ع ۾ ريفارميشن، 1930ع ۾ هٽلر جو اقتدار ۾ اچڻ، اهي تمام تيز تبديليون هيون. ان ڪري تبديلين جي سلسلي ۾ تبديلين جي رخ ۽ انهن جي طريقي کي نہ

سمجهي سگهڻ تي پريشان ٿيڻو نہ آهي. ڊولپمينٽ ٿيندي رهندي آهي، پر ماڻهن کي خبر نہ پوندي آهي.
ڪائنات جي قانونن جو هڪڙو اصول آهي نفيءَ جي نفي. ميرن جو دؤر آيو، انگريزن قبضو ڪيو، انگريزن تي حملو ٿيو. پاڻ هتي ويٺا آهيون، پاڻ آياسين، ون يونٽ ٺاهي ڇڏيائون. هنن اڳيئين انڌي منڊي جمهوريت جي نفي ڪئي، ون يونٽ لڳايائون. ون يونٽ ٽٽو، ان جي نفي ٿي. انهن وڏن جهٽڪن جي وچ ۾ هڪڙي شيءِ هڪڙي انتها تي، ٻي شيءِ انتها تي، اتان وري ٻي انتها تي هلي ويئي. ماڻهو سمجهندا تہ وري ساڳيون حالتون اينديون، ايئن نہ آهي. جڏهن نفيءَ جي نفي ٿيندي آهي، مثال طور: پٽو ڪيترائي ڪم ڪري ويو، انهن کي جنرل ضياءُ رد نہ ڪيو. زمين جا مسئلا هئا، هارين جي باري ۾ جيڪي ائڪٽ ٺهيل هئا، تن کي ضياءُ رد نہ ڪيو. جنرل ضياءُ جيڪي قانون ٺاهي ويو، تن کي بينظير حڪومت رد نہ ڪيو. جيڪي شيون وقت کان پوءِ بہ ڪم اچن ٿيون، اهي پنهنجي جاءِ تي قائم رهن ٿيون. سڀ جي سڀ نفي نٿي ٿئي، جيئن مغلن جي دؤر جون ڪيتريون ئي شيون اڃا قائم آهن. تاريخ آهستي آهستي ماضيءَ جي ڪن شين کي قائم رکندي، ماضيءَ جي ڪن پراڻين شين کي بحال ڪندي، وساريل تاريخ جا پراڻا ورق وري بحال ڪندي، نيون شيون شامل ڪندي آهي. ايئن تاريخ جي ٻيڙي ڪڏهن هِن ڪناري تي لڳي ٿي، ڪڏهن هُن ڪناري تي لڳي ٿي ۽ ڪڏهن وچ سير مان لنگهي ٿي.

انساني تاريخ جو رخ مجموعي طور اڳتي وڌندڙ آهي، پوئتي ويندڙ نہ آهي، پر هڪ هزار سالن تائين پوئتي وڃي سگهي ٿو. فاشزم ويهہ- ٽيهہ سال هلي، برطانوي سامراج ڏيڍ سؤ سال کن هليو، ايئن صديون اڳ هُن آيا، سيٿينس آيا، وحشي دؤر

آيا، ايئن ٿئي ٿو، پر مجموعي طرح اڻ لکي نموني سان، مختلف ڏاڪا چڙهندي، آهستي آهستي ۽ ڪڏهن تيزيءَ سان تاريخ اڳتي وڌي ٿي.

ڪائنات جي بنيادي قانونن جي ڄاڻ اسان جي دل مان خوف ڪڍندي، اسان کي همتون ڏيندي. اينگلس چيو آهي ته، ”جنهن شيءِ جي باري ۾ ماڻهن کي خبر هجي ته هيءَ هاڻي مرڻ واري آهي، ان کي اُن وقت کان ئي پنهنجي تصور ۾ مئل شيءِ سمجهڻ کپي.“ جنهن نظام جو، جنهن شيءِ جو، جنهن ڪيفيت جو مقدر موت هجي، ان تي نه ياڙجي. جڏهن لکين ڪروڙين ماڻهن کي پڪ ٿي وڃي ته هيءَ شيءِ مرڻ واري آهي، انهن کي هڪ ازلي قوت ملي ويندي، مثال طور: وڏيراشاهي آهي، ان جو ڪوبه مستقبل ڪونهي. پاڪستان جا ماڻهو اها ڳالهه سمجهي وٺن ته سائنٽيفيڪلي وڏيراشاهيءَ جو مستقبل آهي ئي ڪونه. وڏيراشاهي نيپال ۾ ڪونهي، بنگلاديش ۾ ڪونهي، هندوستان ۾ ڪونهي، سنڌ جا ماڻهو ڇتا اچي ٿيا آهن، اها بي ڳالهه آهي. سنڌ جو ماستر، ڪلارڪ، مزدور، هاري، دڪاندار، واپاري سمجهي وڃن ته وڏيرن جو مستقبل آهي ئي ڪونه، ته اهي پڃي ويندا، ڇڙوڇڙ ٿي ويندا. فرانس جا هيڏا ڪنڌار مڙس ختم ٿي ويا، هي ڇا آهن! ان ڳالهه سان ماڻهن جي دل وڌي ٿي سگهي ٿي، ماڻهن جو فڪر بلند پرواز ڪري سگهي ٿو. هي ننڍڙيون ننڍڙيون شيون ماڻهن کي متاثر نه ٿيون ڪري سگهن ۽ ماڻهو دشمن جي عارضي فتحن تي پريشان نه ٿيندو. هن کي خبر آهي ته هن وڏيري جي سماجي حياتي آهي گهڻي؟

آئون ڪوٽ لکپت جيل ۾ هئس. پهرئين ڏينهن مون کي ڊيڄارڻ لاءِ چيائون، ”هن کي پٺي واري ڪوٺيءَ ۾ وٺي وڃو. اهم سيڪيورٽي وارڊ هو. مون چيو، ”مين نهين جائون گا. مون

کي ہين پنجابي قيدين سان گڏ رکو.“ اتي جيل ۾ ملڪ قاسم، اعتزاز احسن، رائو رشيد وارا هئا. مون کي چيائون، ”مسٽر! تم سنڌ چوڙ کر آئي هو، يہ پنجاب هي، تم کو پتا نهين تم کهان بيٺي هو.“ مون چيو، ”مسٽر! سن لو! تم لوگون ني دوکي سي ڀٽو کو يهان قتل کرديا. تم سمجهتي هو کہ سنڌي لوگ تمهاري باتين سن کر ڊر جائين گي؟ جائو اپني باپ کو کهو مين نهين مانتا.“ (تاڙيون).

ٻن ڏينهن کان پوءِ جيل سپرنٽينڊنٽ مون وٽ آيو. مون کي چيائين، ”آپ کو پتا هي، مين آپ کو زنجيرين ڊال کي لي جا سکتا هون.“ مون چيو، ”هر مجرم اور ڊاکو کوئي ڀي جرم کر سکتا هي، تم ني کون سي تير ماري هين!“ چيائين، ”نهين، يہ According to Law هي.“ مون چيو، ”مسٽر مسعود صاحب! تم مجهي Law سکاتي هو؟ What do you know about Law? تم کو Law کي باري مين کيا پتا هي؟ مين Law کا ماهر هون، تم جاهل هو.“ چيائين، ”گورنمينٽ ني لک کي ڀيجا هي.“ ”گورنمينٽ کو کيا پتا؟ گورنمينٽ والون کو پتا هوتا هي کيا؟ هوم سيکريٽري کو کيا پتا کہ Law کيا هوتا هي. يہ جٽ اور جاهل آدمي هين. يہ پوليس والي هين؟ They are all criminals. مين ان کرمنلس کي بات نهين مانتا.“ پوءِ گولي ٿي ويو. پوءِ چوندا هئا تہ رسول بخش پليجو هن جيل جو نائب سپرنٽينڊنٽ آهي. مون اتان هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشنون ڪيون، اهي منظور ٿي آيون. پوءِ تہ هنن تي هيبت ڇانئجي ويئي. هاڻي جيڪڏهن مون کي خبر نہ هجي ها تہ هي تہ مون کي ماري ڇڏين ها. جيڪڏهن مون کي قانون جي خبر نہ هجي ها ۽ آئون سياسي ماڻهو نہ هجان ها تہ هي اسان کي ختم ڪري ڇڏين ها. پوءِ وري ٻيون چالاڪيون ڪيائون. ماڻهن کي

ٽارچز ڪري منهنجي ڪمري ۾ چڙهي ويندا هئا. آئون انهن کان پڇان ته ابا ڪير آهيو، ڪو چوي ته آئون وڪيل آهيان، ڪو چوي ته آئون آفيسر آهيان، ڪو چوي ته آئون فلاڻو آهيان. پوءِ مون چيو، ”آپ ميري خدمت ڪرني ڪي لئي لوگ ڀيجتي هين.“ چيائون، ”آپ بڙي داناءُ هين، ان ڪو سترني ڪا موقعه دين.“ اسان جي سمجهه ڪي وڌائڻ لاءِ هنن وري ڦاسي گهاٽ ناهي چڙهيو، ٻيو وري توب جو منهن اسان جي سيڪيورٽي وارڊ ڏانهن ڪري ڇڏيائون. صبح جو اسان اکيون کوليون ته توب جو منهن اسان ڏانهن هوندو هو. هُن پاسي نهاريندا هئاسين ته رات جو بتي ٻيئي ٻرندي هئي، ان مان سمجهندا ته رات جو ڪو ڦاسيءَ تي چڙهندو. هنن ويچارن اسان جي لاءِ اهڙا بندوبست ڪري ڇڏيا هئا. ٽيون وري ملان ڏياري موڪليائون. ”آپ ڪو ڪلما پڙهنا آتا هي؟“ ”بابا آتا هي.“ ”قرآن پڑهتي هين؟“ ”بابا پڑهتي هين.“ ”روزا ڪيون نهين رکتي؟“ ”بابا رکتي هين.“ ”نماز ڪيون نهين پڑهتي؟ آپ ڪو گرز لگين گي.“ ”بابا هم تو گنهگار هين، آپ همين سڪائين.“ پوءِ وري قرآن شريف ڪڍي آيو. ”بابا پڑهنداسين.“ حديث ڪڍي آيو. ”بابا پڑهنداسين.“ مون هن کي چيو ته، ”توهان جدليماديت پڙهي آهي؟“ چيائين، ”نه!“ ”پوءِ اها ته پڙهي اچ.“ پوءِ چيائين، ”آپ مسلمان بنين.“ مون چيو، ”آئون تيار آهيان، پهرين تون جنرل ضياءُ کي ته مسلمان ڪر! رسول جو پوئلگ بڻائينس. رسول ته جهاد ڪيو هو. جهاد ڪرڻ لاءِ گهوڙي تي چڙهي تلوار هٿ ۾ کڻي، ضياءُ اڳ ۾ ٿئي، آئون پنيان هلڻ لاءِ تيار آهيان. هڪڙو ليٽر لکي روس کي، ٻيو لکي آمريڪا کي، انهن کي چوي ته يا تلوار جو فيصلو ٿيندو يا توهان مسلمان ٿيو. جيئن حضور ﷺ جن مراکش ۽ ايران جي بادشاهن کي خط لکيا هئا.“ مون چيومانس، ”مولوي صاحب! پهلي ضياءُ کو

مسلمان ڪرو! وه بيوي ڪو برقعه نهين پهناتا، داڙهي نهين رکتا." پوءِ پڄي ويو ۽ وري نه آيو.

مطلب ڳالهه جو هي آهي ته دنيا جو سامراج رڳو ڏنڊي سان ٿوروئي ٿو هلي. ماڻهن کي سماج جي قانونن کان بي خبر رکن ٿا ۽ ماڻهن ۾ خوف پيدا ڪن ٿا. هزارين سالن جو هڪڙو ڪوڙو ڌهمان آهي. پشاور جي هڪ سيمينار ۾، جنهن جي صدارت مون ڪئي، ان جو عنوان هو ته، "دس سالون کي بعد کيا هوگا؟" ان ۾ پشاور جي سڄي ڪريم گڏ هئي. مولوي صاحبن مان هڪڙو دوست هو، ان خطاب ۾ چيو ته، "دس سال انتظار کرني کي کوئي ضرورت نهين هي. دو سال بعد هم اسلامي انقلاب لائين گي، سب کو ٺيڪ کردين گي." جڏهن منهنجو وارو آيو ته مون چيو، "جنابِ عالي! سنين ميري بات، هم آپ کي انقلاب کو انقلاب نهين مانتي. هم آپ کي انقلاب کو اسلامي نهين سمجهتي. هم آپ کي موومينٽ کو اسلامي نهين سمجهتي. اسلام پر بات کرين گي. يه سامراجي سازش هي. هم اس کو قبول نهين کرين گي. کان کول کي سن لو!" پوءِ مون اڌ ڪلاڪ اسلام تي ڳالهايو ته اسلام ڇا آهي، حضور ﷺ جن جو پيغام ڇا آهي، حضور ﷺ جن ڇا تي آيا هئا، سسٽم ڪهڙو هو، مڪي ۾ ڇا هو، مديني ۾ ڇا هو، خلفاءِ راشدين جو سسٽم ڇا هو، ڪهڙا مقصد ۽ آئيڊياز هئا، اهي توهان جا آهن؟ مون چيو ته، "هو وڙهيا هئا سامراج سان، توهين وڙهو پيا مسلمانن سان. هي ٽئنڪون توهان کي ڪنهن ڏنيون آهن؟ هي جهاز توهان کي ڪنهن ڏنا آهن؟ هي ڪروڙين روپيا توهان کي ڪنهن ڏنا آهن؟ ڊالر وٺي توهان ملڪ تي حملو ڪريو ٿا، ڪلمو پڙهائي توهان اسان کي مسلمان ڪندا ڇا؟"

ٻئي ڏينهن مون کي ڪنهن دوست چيو ته، اسان جي پشاور

جا ماڻهو چون ٿا تہ، ”اسان جي ڇاتيءَ تي هڪڙي ڇپ رکيل هئي، اها پليجي لاهي ڇڏي. هاڻي اسين آزاد آهيون. ملن اسان کي تپائي ڇڏيو هو.“ (تاڙيون)

جيئن ضياءُ آيو، ”ابا توهان کي اسلام کپي؟“ چيائون، ”الحمدالله!“ چي: ”مسلمان آهيو؟“ چيائون، ”ها، مسلمان آهيون.“ چي: ”پوءِ پنجن سالن لاءِ آئون توهان جو صدر آهيان!“

ڪائنات جا قانون سمجهو، انهن جو مطالعو ڪريو. انهن قانونن کي توهان سمجهندؤ تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ بديءَ جون قوتون. ايڏيون طاقتور نہ آهن. هي جيڪي تيس مار خان بيٺا آهن، انهن جي پاڙ نڪريءَ تي آهي. انهن جي اندروني ڪمزورين کي ڏسو. هي ڪوڙ ۽ دهمان تي بيٺل آهن. هنن جا فورسز ڪي Solid آهن ڪي تمام Weak آهن. ڪائنات جي اصولن جي روشنيءَ ۾ توهان ڏسندؤ تہ انهن جو مستقبل آهي ئي ڪونہ. هي عارضي آهن، ڪمزور آهن، اسٽيٽيجيڪلي ڪمزور آهن. آمريڪا جا رزرو فورسز آهن ئي ڪونہ. هنن جي ڇاڙتن وٽ بہ ڪونہ آهن. هي سيئي ويهي ويندا.

جيئي سنڌ!

**سوال: ڪائنات جا بنيادي اصول سمجهڻ لاءِ ڪهڙا ڪتاب پڙهجن؟ (اياز خاصخيلي)**

جواب: هڪڙو سٺو ڪتاب آهي: ”The Fundamantals of “Marxist- Leninist Philosophy.

(2) اردو ۾: ”مارڪسي فلسفہ“

(3) ABC سيريز ۾ اينگلس جو .Dielactic of Nature

**سوال: جدليات مطابق تبديليءَ ڪان سواءِ ٻي هر شيءِ تبديل ٿي سگهي ٿي؟ يا ڇا جدليات جا قانون بہ تبديل ٿي سگهن ٿا؟ (ظهير نظاماڻي)**

جواب: جدليات جي قانونن کي وڌيڪ Enrich ڪري سگهجي ٿو. ان کي بهترين بڻائي سگهجي ٿو. انهن کي Up to date ڪري سگهجي ٿو.

**سوال: ڇا سڀ قانون بہ لڳاتار تبديل ٿيندڙ آهن؟ جي آهن تہ ڪيئن؟ (راشد دائودپوٽو)**

جواب: لڳاتار جي اکر کي ڪڍي ڇڏيو، باقي قانون هر وقت بهتر ٿين ٿا. جيڪي غلط آهن، اهي درست ٿين ٿا. لينن، مارڪسزم ۽ لينزم جي باري ۾ چار اصول ناهيا هئا، جيڪي هن ريت آهن:

(1) ”جيڪي اصول اڳي بہ صحيح هئا، هاڻي بہ صحيح آهن، انهن جو دفاع ڪجي.

(2) جيڪي اڳي صحيح هئا، هاڻي صحيح نہ آهن، انهن کي ڇڏي ڏيو.

(3) جيڪي اڳي صحيح هئا، هاڻي انهن ۾ گڙٻڙ آهي پر نيڪ ٿي سگهن ٿا، انهن کي سڌاريو.
(4) جيڪي اڳي صحيح هئا پر هاڻي صحيح نه آهن، انهن کي ڇڏي ڏيو ۽ جيڪي اڃا هجڻ گهرجن پر نه آهن، اهي هنن ۾ شامل ڪريو."

اهي سڀ ڳالهيون هنن قانونن سان به لاڳو آهن.

**سوال: توهان چيو ته سامراجي قوتون موجوده حالتن ۾ ڪمزور ٿي ويون آهن، ٻئي طرف اهي قوتون طاقتور ٿي ويون آهن. بظاهر روشن خيال آهن، اصل ۾ پنهي جو جوهر به بدتر آهي. روشن خيال قوتون ڊبيل آهن. اهڙي حالت ۾ ڇا ٿيندو؟ (ستار گوپانگ)**

جواب: اصل ۾ ٻئي پنهنجي جوهر ۾ بدتر آهن. توهان کي جوهر جي باري ۾ سمجهڻ کپي. ڪنهن دؤر جي حوالي سان، ڪنهن جو جوهر رجعت پرست لاڙا رکندي به ٺوس حالتن ۾ بدتر نه هوندو آهي. بورجوا ڊيموڪريٽڪ جمهوريت جي دؤر ۾ هو فقط لبرلزم تائين هلڻ ۽ فقط روشن خيال ٿين، هي ڦڏا فساد نه ڪن، ته هنن جو جوهر هن دؤر ۾ فرسٽ ڪلاس آهي.

ضروري نه آهي ته ڪي ماڻهو ايندڙ دؤرن تائين به ترقي پسند رهن. هن وقت سنگاپور واري جو دؤر نيڪ آهي، سڀاڻي هلي ٿيندو ان کي پوءِ ڏسنداسين، تنهن ڪري جوهر جي حساب سان جاچينداسين ته پوءِ اتحادي ڳولي ڪونه سگهنداسين. جيڪڏهن قيامت تائين پاڻ ڏسنداسين ته هنن جو رول ڪهڙو هوندو ته پوءِ پاڻ کي

اتحادي ملندو ئي ڪونہ. پاڻ ڪي ڏاڪي بہ ڏاڪي شين ڪي ڏسڻو پوندو. جيئن اڄ اسان جا اتحادي ڪهڙا آهن، اڄ اسان جو اتحاد ڪهڙو آهي، سياڻي جو ڪهڙو آهي، پرينهن جو ڪهڙو آهي. انقلابي جدوجهد هڪڙي ڏاڪي تي پهچي، عمل جي لحاظ کان اڳتي وڌي، هڪڙي فن جو درجو حاصل ڪري ٿي. انقلابي جدوجهد جي اڳواڻي ٻين فنن وانگر تمام ڏکيو ۽ شاندار فن آهي. ان فن تي ماسٽرس ڪرڻ کپي.

**سوال: توهان چيو تہ بديءَ جون قوتون ايڏيون طاقتور ناهن. اها ڳالهہ صحيح آهي پر شروع کان وٺي غلامداري سماج، جاگيرداري سماج ۾ تبديل ٿيڻ ۽ پوءِ سرمائيداري سماج ۾ تبديل ٿيڻ لاءِ جدوجهد عوام جي گهڻائيءَ تہ ڪئي، پر ان جو گهڻي ۾ گهڻو فائدو ان دؤر جي چالاڪ طبقي ورتو، يعني ٿورائيءَ واري طبقي ورتو. ان جو مطلب اهو تہ نہ آهي تہ ٿورائيءَ جئ قوتن کان گهڻائيءَ جون قوتون وڌيڪ باشعور ٿين ٿيون؟ (زاهده شيخ)**

جواب: هر انقلاب جو مکيہ ڪم آهي هڪ نئون انسان ناهڻ. ثقافتي انقلاب چين ۾ ڪيئن ٿيو، روس ۾ ٿيو. جيڪڏهن ثقافتي طرح هڪڙو نئون ماڻهو نہ ٺهندو تہ ڪم نہ هلندو. روس جي زوال جو هڪڙو سبب نئين انسان جو نہ ٺهڻ بہ آهي. نئين دؤر جو انسان ڪيئن ٺهڻ کپندو هو، ان جو جشر مون اتي ڏٺو. نئون انسان نہ ٺهيو، ڳڏيل فائدي ڪي پنهنجو فائدو نہ سمجهيائون. مون سيني دوستن کي چيو تہ همراهہ ٿڪجي پيا آهن. لينن

چونڊو هو تہ، ”پهاڙ فتح ڪرڻا اٿوَ تہ روسين کي سڏ ڪيو، پر جي توهان کي ننڍ بولڻ ٺهرائڻا آهن تہ پوءِ ڪو آمريڪي وٺي اچو.“

تنهن ڪري نئون انسان ٺهڻ کپي، جيڪو وڏيڪ هوشيار هجي، قابل هجي، پنهنجين فتحن کي سمجهي، توڙ تائين وڙهي، نسل در نسل پنهنجن حقن لاءِ وڙهندو رهي، پوءِ اهو ڪامياب ٿيو.

مهرباني

”واڌ کي سمجهڻ کان سواءِ هن ڪائنات کي سمجهي نٿو سگهجي. واڌ جو تصور ۽ معني آهي Development. فلاسافيڪل ٻولي (Philosophical Language) ۾ ان کي چئبو Development.

انگريزيءَ ۾ ان جو فارمولا آهي:

Development never goes in straight line.
Development never goes in the same line.
It never goes in same direction.
It never goes with same speed.
It never go forward only,
it goes backward also.
It goes forward fast well as slowly.
It goes backward fast as well as slowly.

واڌارو ساڳيءَ سطح تي نہ ٿيندو، ساڳي رخ ۾ نہ ٿيندو، ساڳي رفتار سان نہ ٿيندو، رڳو اڳتي نہ ٿيندو، پوئتي بہ ٿيندو. ڪڏهن آهستي آهستي پوئتي ويندو، ڪڏهن تيزيءَ سان پوئتي ويندو. وڏيون تباهيون ايندڙيون، جيئن سوويت يونين ۾ ٿيون آهن. ڪڏهن تيزيءَ سان اڳتي ويندو ۽ انقلاب ايندا. ”اڳتي ويندو“ ان کي سماجي ٻوليءَ ۾ انقلاب چئبو آهي.“

قيمت: -/80 روپيا